# جلاوطن

(ڪھاڻيون )

نورالهدي شاھ

ايڊيشن پهريون 2007

روشني

روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

# فهرست

## مهاڳ

## پهرين ايڊيشن جو

# اناالحق

گهڻا- گهڻا سال اڳ-
سپنو ڏٺو هئم
- ته اگهاڙن پيرن رڻ ۾ پئي تي هلان (جڳن کان) باهه ۾ ٻرندڙ سج جو گولو ڌرتيءَ تي لهي آيو آهي ۽ منهنجا پير تپي ٽامو ٿي ويا آهن. دور- دور تائين منهنجن پيرن جا نشان ڦهليا پيا آهن.
اهو سپنو آئون اڄ به ڏسندي ٿي اچان
۽ منهنجا پير اڄ به تپي ٽامو ٿي ويندا آهن-
اهڙن لمحن ۾ مون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون لکيون آهن.
ڪيتريون ڦاڙي به ڇڏيئم- لکڻ مون لاءِ اهڙو مسلسل عذاب رهيو آهي، جنهن مان پاڻ آجو ڪرائڻ جو مون ۾ ساهس ڪونهي- لکڻ ڪارڻ مون پاڻ کي جڳن کان صليب تي ٽنگيل پاتيو آهي ۽ پنهنجن هٿن جو ڏهه ئي ڪپيل آڱريون ٿوهر جا ڪنڊا پاتيون اٿم- پوءِ جيڪر منهنجن لفظن ۾ ڪو زهر آهي به ته انهيءَ ۾ پلا منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ ڪڏهين- ڪڏهين اهو ئي زهر نس- نس ۾ ڊوڙندو محسوس ٿيندو اٿم- اهڙن لمحن ۾ ڏاڍي تيزيءَ سان لکندي آهيان، پر جيڪر زهر جي اهائي ڏارا امرت ڌارا بڻجيو پوي ته لکڻ- پڙهڻ- سوچڻ ۽ جيئڻ مٽيءَ جي گهروندن سمان ڀُريو پون ۽ هڪ ڊگهي مات من- پاتال تائين ڦهلجيو وڃي- سو- ذهني آسودگيءَ واري دور ۾ ڪجهه به نه لکي سگهندي آهيان.
لفظن جي گهري درياهه ۾ گم ٿيڻ کان پوءِ چا وڃايم- ڇا پاتم- انهيءَ جي ڪٿ آئون پاڻ ڪريان، اهو مون کي ڪين جڳائي- مون ڌرتيءَ تي ويهي لکيو آهي ۽

منهنجا سيئي گس ڌرتيءَ ۾ پاتال تائين وڃيو پڄاڻي ڪن- مون ڪيتري قدر نيڪ لکيو آهي انهيءَ جو فيصلو ايندڙ وقت ۽ نسلن تي به نه نتو ڇڏي سگهجي، جو مون هن وقت جي چپ ڪپيل اداس نسلن لاءِ لکيو آهي، جيڪو منهنجي مٿان ڪان ڪاري اونداهي رات وانگر هوريان- هوريان وهندو ٿو وڃي.

مون سنڌي سماج جي اڌوهيءَ کاڌل ديوار جي پاچولي ۾ ويهي انيڪ ڪهاڻيون لکيون آهن، جنهن جي پاڙ ۾ ڪيترا زنده لاش جڳن جا دفن آهن، اهي ئي منهنجين پورين، اڻپورين ڪهاڻين جا ڪردار آهن، ديوار، جيڪا ڍهي نه سگهي آهي پر جنهن سان ٽڪرائي، ٽڪرائي رتوڇاڻ ٿيندي جڳ وهامي ويا آهن، ڪير ڄاڻي انهيءَ ديوار جي هن پار ڇا آهي. هڪ نئون نڪورو صبح(!!؟)

منهنجي هر ڪهاڻي منهنجو اڻپورو سپنو آهي.

مون ڪڏهين به اناالحق جو نعرو ناهي هنيو ۽ اهو نعرو منهنجي نڙيءَ ۾ اٽڪيو پيو آهي، ڄاڻان ٿي نه انهيءَ سنڌي سماج ۾ سموريون ڪهاڻيون لکڻ جي موٽ ۾ مون تي انيڪ الزام مڙهيا ويندا آهن ۽ اهي الزام مڙهڻ وارا ڪير آهن، آئون انهن کي به سڃاڻان ٿي، پر ڇا انهن الزامن کان هارائجي آئون به انهيءَ ديوار جي پاڙ ۾ دفن ٿي وڃان-؟

پير ڪڙيون پائي ڇڙواٽي تي سنگسار ٿيڻ ڪان پوءِ به ڪم از ڪم منهنجو ڪنڌ نميل ناهي، اهو سڀ ڪجهه جيڪو هر سچوءَ سان ٿيندو پي آيو آهي، مون لاءِ ڇرڪائيندڙ نه ناهي، سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ جيڪا وڇوٽي آهي سا ايڏي اڙانگي آهي جيڪا اُڪري پار پوڻ لاءِ اجا سگهه گهرجي ٿي، پر ائين نه ناهي نه ڪو اها وڇوٽي اُڪري ئي نٿي سگهجي.

۽ آئون زمانن کان انهيءَ وڇوٽيءَ تي (جنهن جو ٻيو نانءُ پلصرات آهي) هلان ٿي پئي.

۽- منهنجا پير تپي ٽامو ٿي ويا آهن.

منهنجين ڪهاڻين ۾ پلصراط تي هلندڙ منهنجو پنهنجو وجود ڪيتري قدر شريڪ هوندو آهي، انهيءَ لاءِ جي ائين چوان نه منهنجي هر ڪهاڻيءَ جو ڪردار آئون پاڻ آهيان، نه اها ڳالهه ايڏي ڇرڪائيندڙ نه هوندي، هر ليکڪ پنهنجي اندر

جي صحرائن ۾ ڀٽڪندڙ پنهنجي تنها وجود تي ٻه لڪي ٿو- ڪائنات جي سموري پيڙا ليڪڪ جي اندر اڱارن سمان دکندي رهي ٿي.

مون ڪڏهين ٻه چڪلو ڪونهي ڏنو.

ڪنهن حرامي ٻار جي تخليق ڪانهي ڪئي.

ڪنهن فوٽ پاٿ تي بيهي بيک ناهي گهري، پوءِ ٻه ائين ڀاسندو اٿم جڻ ڪائنات جا سمورا انسان جن کي ڌڪاريو ٿو وڃي، گندي پاڻيءَ جي نالين ۾ لوڙهيو ٿو وڃي، منهنجيءَ نس- نس ۾ وسن ٿا.

مون مريم جي پوترتا کان رنڊيءَ جي وڪاڻل جسم تائين جو سفر ڪيو آهي.

پاڻ کي ڪائنات جي سمورن حرامي ٻارن جي ماءُ ڀانيو آهي.

پنهنجي سهاڳ جي ڇانوَ ۾ ويهي ٻه مون انهن نياڻين جا دک ڀوڳيا آهن، جيڪي حويليءَ جي اوچن- ڪوٺن ۾ بند آهن ۽ ڪوبه شهزادو ڪنهن چانڊوڪيءَ رات ۾ انهن سان لاؤن لهڻ ڪونه ايندو- مون انهن ٻانهين جو ٻه عذاب سٺو آهي، جيڪي ستن پيڙهين کان مالڪن جي بسترن جو شوپيس بڻجنديون ٿيون اچن- ۽- مون انهن خوبصورت شهزادين جي احساسن جا ٻه صليب ڪنيا آهن جيڪي نڪاح جي ٽن ٻولن جي عيوض ڪنهن پوڙهي مير- پير- رئيس جي پوڙهي جسم جي گهنجن ۾ سجايون ٿيون وڃن- سو، منهنجين انيڪ ڪهاڻين جو ڪردار آئون پاڻ ٻه آهيان.

ڪهاڻي پوري ٿيڻ تائين- مون انهيءَ ڪردار جا سمورا دک ڀوڳيا آهن.

انسانيت ۽ شيطانيت جي وچ ۾ ڪيڏي ٿورڙي وڇوٽي آهي، انهيءَ وڇوٽيءَ جي وچ ۾ بيهي مون لکيو آهي، سوچيو آهي- پڙهيو آهي- پروڙيوآهي.

هر ڪنهن جي اندر هڪ خوبصورت انسان موجود آهي- پوءِ اهو عورتن جا جسم وڪڻندڙ ڪو دلال ئي ڇو نه هجي- هر ڪنهن جي اندر هڪ شيطان جو ٻه واسو آهي، پوءِ اهو ڪو مذهبي اڳواڻ ئي ڇو نه هجي- پر ڪنهن ۾ ايڏو ساهس آهي- انسانن ۽ شيطانن جي ٻوٿن تان ماسڪ پٽي لاهڻ جو(؟)

انسانيت ۽ شيطانيت جي وچ واري وڇوٽي- جتي سچ ازل کان ٽياس تي ٽنگيو ويو آهي- ڪير آهي جيڪو اناالحق جونعرو هڻي- ڪير آهي جيڪو زهر جو پيالو نڙيءَ کان هيٺ لاهي سگهي.

انهيءَ احساس هيٺ پيڙهجندي مون زهر جهڙيون نفرتون به ڪيون آهن-

انهن ماڻهن سان جيڪي اڇي پڳ ٻڌي- اندر جو گند پيا لڪائيندا آهن-

جيڪي انهن انسانن سان نفرت ڪرڻ جي فتويٰ ڏيندا‌آهن، جيڪي ماءُ پيٽان، دلال- حرامي- جسم وڪڻندڙ- چور- جواري- شرابي- ڏاڙيل ڪونه ٿيا آهن.

ڪڏهين- ڪڏهين ڪيڏي شدت سان چاهيندي آهيان ته سڀ ڏئي اهي اڇيون پڳون لاهي، ڪنين ڪسين ۾ اڇلائي ڇڏيان.

کوٺن ۾ زمانن کان قيد شهزاديون ڀڄائي وڃان.

چڪلن جون ڪسبياڻيون باعزت پڳدارن سان پرڻائي ڇڏيان.

بنگلن کي باهيون ڏياري ڇڏيان.

تجوڙين ۽ بينڪن ۾ ڏاڙا هڻائي- اها سموري دولت سنڌوءَ ۾ لوڙهي ڇڏيان- جيڪا ٿر جي بک ۽ اُڃ، نٿي وسائي سگهي- منهنجن انگ اگهاڙن ماروئڙن جو انگ نٿي ڍڪي سگهي.

پر آئون ڪجهه به نه ڪري سگهندي آهيان-

اهڙي سمي آئون ڪهاڻيون لکندي آهيان-

آئون، جيڪا سنڌي سماج جي هڪ بيحد عام عورت آهيان.

آئون- جڏهين اهڙيون ڪهاڻيون لکندي آهيان ته ماڻهو مٿرجي پوندا آهن. الزام لڳندا آهن- مونکي گارين جا خط لکيا ويندا آهن. محض انهيءَ ڪاڻ جو آئون سنڌي سماج ۾، سيد خاندان جي هڪ بيحد عام عورت آهيان. دراصل اسان سنڌي عورت کي چُلهه جي آڳ ۾ دکندي ڏسڻ جا عادي آهيون- برقعو اوڍائي، ڪاري نقاب مان عشق ڪندو ڏسڻ جا هيراڪ آهيون- چئن ديوارن ۾ قيد ڪرڻ جا شوقين آهيون- عورتن کي محض انهيءَ ڪري جاهل رکندا پيا اچون ته جيئن هو پنهنجو حق گهرڻ جي سگهه نه سارين- چلهه جي آڳ کان، مڙس جي جنسي خواهشن جي تڪميل کان، ٻار ڄڻڻ واري مشين بڻجڻ تائين ته هنن جو وجود

قابل قبول آهي، پر جيڪر ڪا سنڌي عورت چئن ديوارن مان نڪري ٿي اچي ۽ ٻوٽن تي چاڙهيل ماسڪ پٽي لاهڻ جي سگهه تي ساري ۽ اناالحق جو نعرو ٿي هڻي ته هٿ پير ٽڏا ٿيو پون. اڪين اڳيان اونداهي اچيو وڃي ۽ نڪ تي رکيل مڪ جهڙي هٿ ٺوڪي عزت خطري ۾ پئجو وڃي. تڏهن ٻيو نه. ته به ذاتي حملا ڪري انهيءَ کي هيسائي ته سگهجي ٿو. ائين اندر جي گندگيءَ جو ڀرم به رهجي ايندو. اسان ڪوهه جا ڏيڏر آهيون. موهن جي دڙي جا ڏاند آهيون.

پر. مون کي ويساهه آهي ته هڪ بيحد اداس رات ڪان پوءِ نئون نڪور سج به اڀرندو.

آئون انهيءَ سج جي آس تي. ٿوهر جي ڪنڊن جهڙين ڪپيل آڱرين سان لکندي رهندس. جيسين تائين جيئندس. منهنجون سوچون. اداس راتين ۾. ڪمري جي ديوارن سان پيون سر ٽڪرائينديون آهن. رتوڇاڻ سوچون. منهنجون کهاڻيون آهن.

بند اکين اندر مون ڏاڍا ڏکيا پنڌ ڪيا آهن. شريفن جي پاڪ حويلين کان چڪلي جي سوڙهين گهٽين تائين. جيل جي ڪولين کان ڦاسي گهاٽن تائين. مٽيءَ جي ڪچن گهروندن کان خوبصورت بنگلن تائين. فوٽ پاٿن کان ايئرڪنديشنڊ بيڊ رومن تائين. ۽ سنڌ کان آفريڪا تائين. ڪيترا انسان منهنجيءَ نس. نس مان ٿا واسو ڪن. حرامي ٻار. رنڊيون. دلال. چور. شريف زاديون. ٻانهيون. مزور. هاري. ديس لاءِ وڙهندڙ شاگرد. ڌرتيءَ جو ڏک لکندڙ ليکڪ. لوڪ کان لڪي. ڪنهن ٻي نالي سان ڪچا ڦڪا ليک لکندڙ سنڌيءَ جون گمنام ليکڪائون. سنڌي وڏيرن جون سريتون. بک ۽ اُڃ کان نستا انسان. بيمار. بکيا. ڏڪار جا ماريل انسان. جنگن جي آڳ ۾ جلندڙ زندگيون.۽ ٻيا انيڪ.

قلم هٿ ۾ جهيل. پنهنجي اڳيان ڪورا ڪاڳر ڦهلائي سوچيندي آهيان. انسان جي ذهنن ۾ ڇو ايڏيون گهور اونداهيون.

دنيا ۾ ڪائڻ لاءِ ايترو ڪجهه آهي، پوءِ به ڇو ٿا ماڻهو بک مرن. ايڏا گهر آهن پوءِ به ڇو فوٽ پاٿ تي ٿهه سياري جون سرد راتيون ماڻهو ٿا گذارين. ايڏا ويس وڳا آهن پوءِ به ڇو منهنجي ديس جا ماروئڙا ٿا انگ اگهاڙا رهن.

ڪيترا سوال- ڪيتريون سوچون آهن جيڪي صليب تي ٽنگيون پيون آهن.

اُهي ليکڪ جيڪي نشي جي حالت ۾ بک ۽ اُڃ مرندڙ ديس واسين تي ٽا لکن (نشي ۾ وقلندڙ ماڻهوءَ تي به ڪو اعتبار ڪبو آهي ڇا؟) ڌرتيءَ لاءِ سر ڏيڻ جي هام ٽا هڻن- جيڪي عورت جي آزاديءَ جا زبردست قائل آهن- پر جن جون زالون صرف هنن جي جنسي خواهشن جي تڪميل جو ذريعو ۽ ٻار ڄڻڻ جي مشين آهن- پر ڪڏهين پنهنجن عظيم ليکڪ مڙسن سان ڪنهن ادبي سنگت ۾ به نه ڏٺيون ويون هونديون. اهڙن عظيم ليکڪن جي سچائيءَ تي ڪيتريقدر ويساهه ڪري سگهجي ٿو.؟؟

اهي گمنام/نامور سنڌي ليکڪائون، جيڪي هزار الزام سر تي کڻي- لوڪ ڪان لکي- نالا مٽائي، لکن پيون- لکنديون هيون- لکنديون رهنديون- انهن جي سچائيءَ کان ڪيئن ٿو ﭘلا انڪار ڪري سگهجي. مون کي ته انهن ليکڪائن جي ڪچين ڦڪين لکڻين اڳيان، اياز جي شاعري، خليل جون ڪهاڻيون به گهٽ نظر اينديون آهن.

آئون ادب ۾ بي ادبيءَ جي قائل ڪانه آهيان.

پر سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ جيڪا وڇوٽي آهي، انهيءَ کان به انڪار ته نٿو ڪري سگهجي. جيڪر ادب سرجڻ مهل اها وڇوٽي نظر ۾ نٿي رکي وڃي ته اهو ادب سواءِ بڪواس جي ٻيو ڇا آهي؟ آئون ائين به نٿي چوان ته ڪو مون جيڪي ڪجهه لکيو آهي، سو صرف سچ آهي. بڪواس ڪونهي. ڇوٽو صرف ايترو اٿم ته جيڪي ڪجهه لکيو اٿم- اهو ڪهڙن احساسن سان لکيو اٿم- ڇو لکيو اٿم- ڪيئن لکيو اٿم- منهنجا هٿ به صاف ڪونه آهن انهيءَ ڪري آئون سموري سنڌي ادب بابت يا پنهنجين ڪهاڻين بابت فتويٰ ڪانه ڏيندس.

سنڌي ادب تي تبصرو ڪرڻ ڪان اڳ سوچڻو پوندم ته ادب ۾ منهنجي ڪهڙي حيثيت آهي.

پر مون ادب ۾ ڪا کيپ کٽڻ لاءِ ڪونهي لکيو- سنڌالاجيءَ جي ڪار منهن کڻڻ کان برٽش ميوزم جي لائبريريءَ تائين ويندڙ سيئي گس مون لاءِ ڪوڙ ۽ ڏوڙ آهن.

مون ڪڏهن سنڌي ادب تي لاڳاپا لاهي ويهي رهڻ بابت ڪونهي سوچيو- منهنجي اندر جو زهر، جيڪو مون کي سنڌي سماج کان وراثت ۾ مليو آهي، مون کان لڪرائي ٿو.

مون وٽ ان کان سواءِ ٻيو ڪهڙو طريقو آهي- انهيءَ زهر جي نيڪال جو- مون انهن ماڻهن لاءِ لکيو آهي، جيڪي منهنجين نسن ۾ وسن ٿا- مون انهن لاءِ سوچيو آهي- مون کي ڪنهن به برک/ عظيم ليکڪ جي سرٽيفڪيٽ جي ضرورت ڪانهي.

جڏهين ماڻهون منهنجيون ڪهاڻيون پڙهي مچربا آهن ۽ مون کي گارين ڀريا خط لکندا آهن، تڏهين مون کي سنڌي سماج جي اها اڏوهيءَ کاڌل ديوار بيحد ڪمزور محسوس ٿيندي آهي، جنهن جي پاڇولي ۾ ويهي مون ڪهاڻيون لکيون آهن.

فحش ادب ڇا آهي! بنا اهو سوچڻ جي ليکڪ جي ڪئي ڪمائي ڪٽ ڪرڻ ڪنهن کي ٿو جڳائي؟ فحاشي، جيڪا انسان جي ذهن تي پلجي- انهيءَ کي ڳولهڻ وارا ته پنهنجي ئي جسم مان ڳولهيو ٿا لهن- نه ته فحاشي جنسي ڪتابن ۾ به ناهي.

هر شيءِ تي فحاشي جو الزام هڻڻ وارا پنهنجي اندر جوگند لڪائڻ چاهيندا آهن- باٿ روم ۾ هرڪو ننگو آهي- ٻاهر ڪپڙا پائي هر الزام کان آجو ٿيڻ سولو آهي.

فحاشي تي بحث ڪبو ته چڱا چوڪا ڀڳدار ننگا ٿي پوندا- جيسين تائين منهنجين ڪهاڻين جو تعلق آهي ته مون ڪنهن به ڪهاڻيءَ ۾ جنس کي موضوع طور نه ڪنيو آهي- آئون جنس جي اهميت کان انڪار نٿي ڪريان- جنس ترقي ڪيل ملڪن جو ايڏو مسئلو ناهي، جيڏو پوئتي پيل قومن جو آهي. غربت ۾ جنس نارمل صورت اڪري مرض بڻجيو پوي- حق بخشرائڻ، عمر جي فرق بنا ڏسڻ جي شاديون ڪرڻ، ٻه ٻه شاديون ڪرڻ، زالن کي پراڻي رانديڪي وانگر اڇلائي ڇڏڻ، زالن کي ڪوٺن ۾ بند رکڻ، اتي ئي اچي هم جنس پرستي جنم وٺندي آهي. اهي غريب مڙد جيڪي شادي معاشي مسئلن جي ڪري نٿا ڪري سگهن، هڪ رات لاءِ عورت جو جسم به افورڊ نٿا ڪري سگهن- هم جنس پرستيءَ ۾

وجيو پناهہ ڏنا وڃن ۽ هم جنس پرستي- جنس جو سڀ کان ڀوائتو روپ آهي. اسان وٽ جنس جي ڪري مسئلا نٿا جنم وٺن- اسان وٽ مٿئين روايتن جي ڪري جنسي مسئلا ٿا جنم وٺن.

اهڙي صورت ۾ ڪنهن کي سنگسار ڪجي. روايتون جوڙڻ وارن کي يا انهن هيٺ پيڙهجڻ وارن کي؟ اسان وٽ عورت کي يا مڙد کي، هڪ هم عمر، صحت مند ۽ هم خيال جيون ساٿيءَ کان محروم رکيو ويندو آهي. انهيءَ ڪري بہ اسان وٽ جنس فحش هوندي بہ بيحد پرڪشش آهي. سو مون جنسي مسئلا ڪڍهين بہ ڪونہ لکيا آهن. مون انهن هٿ ٺوڪين روايتن جي خلاف لکيو آهي، جيڪي جنس يا هم جنس پرستيءَ جو ڪارڻ بڻجنديون آهن.

اهو چوندي مون کي ڪابہ هٻڪ ڪانہ ٿي ٿيئي تہ جيسين روايتون رهنديون- حويليون ۽ ڪوٽ ڪڙا رهندا- انيڪ شادين جو رواج رهندو- حق بخشرائڻ ۽ ننڍين عمرين ۾ يا بي جوڙ شادين جو رواج رهندو- تيسين اها فحاشي انهن ئي ماڻهن جي گهرن ۾ پلجندي رهندي- جيڪي اهي روايتون قائم رکندا ٿا اچن. آئون ڪهاڻيون لکان يا نہ- ڪوبہ فرق نٿو پوي. ڪهاڻيءَ ۾ عورت جي ذڪر سان ئي ماڻهن کي جيڪي جنسي خواب ٿا اچن تہ انهي ۾ ڀلا ليکڪ جو ڪهڙو دوش؟؟؟

لکڻ مهل مون عورت بڻجي ڪونهي لکيو. محض هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ ئي لکيو آهي- جيتوڻيڪ مون صرف عورت تي ڪونهي لکيو، پر هوءَ منهنجين انيڪ ڪهاڻين جو مکيہ ڪردار ضروري آهي- سنڌي سماج ۾ عورت سڀ کان ڪڙو ۽ ايذائيندڙ سچ رهي آهي، جيڪو چؤواٽي تي چئي ڏيڻ جي ڪنهن ۾ سگهہ آهي؟ شايد اهو ئي ڪارڻ هجي عورت جي ڪردار تي گهڻو لکڻ جو- پر انهيءَ جو ڪارڻ منهنجو عورت هئڻ ڪونهي- مڙد، جيڪو سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. عورت جيڪا احساسن جا صليب ڪُلهن تي کڻڻ لاءِ تخليق ٿي آهي. اهو ئي سچ آهي، جنهن تي ماڻهو مجرجي پوندا آهن- آئون انهيءَ سچ کان اکيون نٿي پوري سگهان.

هڪ شريف زادي جيڪا شريفن جي پاڙِي ۾ رهي ٿي، جيڪر انيڪ مڙد هن جي جسم جا رازدار آهن ته به هوءَ شريف زادي آهي.
هڪ رنڊي جيڪا مفت ۾ جسم استعمال ڪرائڻ بدران، انهيءَ جو اگهه ٿي مقرر ڪري ته به رنڊي آهي.
هوءَ- جيڪا حويلين ۾ محض انهيءَ ڪري قيد آهي ته جيئن ڪنهن نامحرم جو نظرمٿس نه پوي- اها هم جنس پرستيءَ ۾ پناهه به نه وٺي؟
جنهن جو پيءُ چارُ چار شاديون ڪري سگهي ٿو- پر جنهن لاءِ ڪوبه شهزادو نٿو اچي سگهي- جيڪر ديوار اُڪري پڇي وڃي ته ڪهڙو عيب آهي.
آئون اهو سڀ ڪجهه سمجهي نه سگهي آهيان- مون کي اڄ تائين شريف زاديءَ ۽ رنڊيءَ جو فرق سمجهه ۾ ڪونهي آيو- مون کي اهو به نٿو سمجهه ۾ اچي ته حرامي ٻار کي حلالي ڇو نه چيو ويندو آهي- پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي سزا هو ڇو ڀوڳي.
جي آئون ائين چوان ته شرعي طور ثابت ڪري سگهجي ٿو ته اسان جي سماج ۾ اڌ کان به مٿي ماڻهو حرامي آهن- ته ڪيترن ڀوتن تي دانگيءَ جي ڪارٺ ملجي ويندي.
حرامي ٻارن سان منهنجا اٿاهه پيار جو اهو ئي ڪارڻ رهيو آهي ته اهي ڪائنات جو سڀ کان اڙانگو ۽ ايڏائيندڙ سچ آهن- جن کان مذهبن به انڪار ڪيو آهي.
مون لاءِ هر عورت مريم آهي.
هر ٻار- عيسيٰ آهي.
۽ هر اهو انسان اُتم آهي- جنهن جي حصي جون خوشيون- محبتون- نفرتون سماج جي کوهه ۾ اڇلايون ويون آهن.
ٿوهر، منهنجين ڪهاڻين ۾ آئون پاڻ آهيان- اهو سچ، جيڪو من ۾ ڪنڊي وانگر جڳن تائين چڀندو رهي.
ڪير آهي جيڪو مون کي ڦاهيءَ چاڙهي سگهي.
۽، آئو، اِجهو- هينئر- هن لمحي اناالاحق جو نعرو ٿي هڻان-
ڪنڌ ڪپي

ساجي هٿ جي ترۍَ تي
سجائي رکيو اٿم
سوني- روپي سج سمان
اي ديس واسيو!
آئون-
سرخ انقلاب جو
پهريون پل آهيان
منهنجو نانءُ ڳنهي- گيت ڳايو
اي ديس واسيو!

# ڇا ڪجي _ ڇا لکجي

انيڪ ڳالهيون، جيڪي من پاتال ۾ رهجي وينديون، پر آئون چئي نہ سگهندس، مون تي فرض رهنديون- آئون شرمسار بہ ڪانہ آهيان- اُداس ضرور آهيان- آئون اهو قرض نٽي لاهي سگهان، جيڪو مون کي سنڌ جي پراڻن نسلن کان ورثي ۾ مليو آهي- پر آئون مايوس ڪانہ آهيان، آئون نہ سهي مون کان پوءِ اچڻ وارا سهي- ڪير نہ ڪير، ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪري ويندو- ڪو سورهيہ، ڪو درويش، ڪو شاعر، ڪو پيغمبر، اوسيئڙ جي انهيءَ سلسلي ۾ مون کي نہ وسارجو.

مون سان شهر سڄو ناراض آهي، سپنا ڏسڻ ڏوهہ آهي. آئون سيئي سڳ سياڪا چني، اوهان لاءِ لفظن جي جادوگري ڪندي رهندس- الف لکڻ مهل ئي مون سيئي سڳ سياڪا چني ڇڏيا هئا- مون سنگسار جا سمورا پٿر پاند ۾ ميڙي ورتا هئا- ماڻهن جو خيال هو آئون چري ٿي پئي آهيان- ڪنهن بيحد اداس رات جي پڇاڙڪي پهر ۾ اجهامي ويندس- ٽڪجي پوندس- ساڻي ٿي ڪري پوندس- مون کي ائين پنهنجي حيثيت وساري نہ لکڻ گهرجي- آپگهات بہ نہ ڪرڻ گهرجي- منهنجا سيئي گس اڙانگا آهن، پر ويهي رهڻ جو گناهہ مون کان ڪونہ ٿيندو- دوزخ کان جنت تائين جو اهو سفر- ڪيڏو ڏکو آهي ڄاڻان ٿي، پر اهو ڪير ڪيئن سمجهي سگهندو تہ آئون سيئي ٻيڙيون ساڙي آئي آهيان ۽ واپسيءَ جا گس بند آهن.

اها بہ تہ عاشقيءَ جي رسم آهي نہ- جو جڳن تائين ديوار سان سر پيو ٽڪرائجي- يا ديوار ڍهندي يا آئون فنا ٿيندس- لفظن سان عشق ڪرڻ کان پوءِ لفظ بہ گهٽو پويان رهجي ويا آهن- لفظ منهنجن پيرن جا نشان ڪٽي منهنجي پويان پيا ايندا آهن، پر منهنجا گس اڙانگا آهن.

ماڻهو، منهنجا پيرا ڪٽي مون وٽ ايندا آهن- انيڪ سوال- مون وٽ جواب ڪونہ آهن. آئون پاڻ نٽي ڄاڻان تہ ايتريون ڪهاڻيون ڪيئن ٿيون من ۾ واسو ڪن- آئون ايڏي وڏي ليکڪ بہ ڪانہ آهيان،-ڪير انهن کي سمجهائي تہ آئون اها ڪانہ آهيان جنهن لاءِ هو اچن ٿا.

تماشو ڏسندڙن اڳيان منهنجو ساهہ نپوڙبو آهي- آئون پنهنجي باري ۾ اوهان کي ٻڌايان ها- مون انهيءَ تي مهاڳ ۾ پاڻ تي لکڻ شروع ڪيو، پر پوءِ ڦاڙري ڇڏيئم- اوهان کي بس ايترو ٻڌايان تہ آئون اها ناهيان- اوهان جو قسم- اها ناهيان.

ڪيتريون ڪهاڻيون لکڻيون اٿم،-ڪڏهن لکندس- نٿي ڄاڻان.

آئون لکندي رهندس پر شرط انهيءَ تي تہ مون سان نفرت ڪانہ ڪبي- نفرت ڪرڻ جو اوهان کي حق آهي پر محبتون منهنجو بہ حق آهي- منهنجون ڪهاڻيون پڙهي، من ۾ جيڪو زهر ٿي پرجيو اچي تہ اهو زهر اوهان منهنجي وجود تي نہ هاريو- انهيءَ سنڌي سماج تي هاريو.

مون جڏهين ٻارهن سالن جي عمر ۾ ادا شبير جي ڪتابن مان عصمت چغتائي ۽ منٽو جا ڪتاب ڪڍي پڙيا هئا، جيتوڻيڪ سمجهيا ڪونہ هئم پر من ۾ زهر ضروري پرجي آيو هئم. انهيءَ زهر مان وري پاڻ آجو نہ ڪرائي سگهيس، لفظن جي ٻنڌڻن ۾ ٻڌجڻ وارا پل ياد ڪين اٿم- پر، اهو ئي هڪ اهڙو ٻنڌڻ آهي، جنهن کي ٽوڙڻ جو مون ۾ ساهس ئي ڪين هو.

اوهان جو اهو خيال تہ دنيا ۾ ٻيا بہ موضوع ڦهليا پيا آهن، انهن تي ڇو نٿي لکان- دنيا جا سيئي دک تہ منهنجي هٿ تريءَ ۾ نٿا بند ٿي سگهن- ڪجهہ دک اوهان پاڻ ڇو نٿا من- پاتان ۾ سانديو- ڪو هڪڙو پل، جنهن ۾ آئون بہ مرڪي سگهان.

ماڻهن جو اهو سوال تہ شاديءَ کان پوءِ ڇو نٿي لکان- ڪا پابندي- ڪو اختلاف- ڪا ذهني ناآسودگي؟

نہ- ائين ڪونهي- خادم سان وهانءَ ڪرڻ کانپوءِ منهنجون وِڪون مضبوط ٿيون آهن- مون ۾ پنڌ ڪرڻ جي سگهہ وڌي وئي آهي. خادم کي بہ مون سان گڏ (اڻ سڌيءَ طرح ئي سهي) منهنجين ڪهاڻين جو عذاب ڀوڳڻو ٿو پوي- مون پنهنجا عذاب ونڊي ڇڏيا آهن. اڳي آئون اڪيلي هيس، مون وٽ سواءِ لفظن جي ڪاريگريءَ جو ڪو ٻيو هنر ڪونہ هو. هاڻ آئون ڪنهن ساٿيءَ جو هٿ پڪڙي، ڏکيو پنڌ ڪرڻ جو هنر بہ سکڻ چاهيان ٿي. ائين ناهي تہ ڪو هر سنڌي عورت

وانگر نڪاح جي ٽن ٻولن ڪان پوءِ فنا ٿي وئي آهيان- مون پنهنجي ساٿيءَ جي اڳيان ويهي لکيو آهي- لکندي رهندس- مجان ٿي تہ آئون گهٽ لکڻ لڳي آهيان- ڪارڻ انيڪ آهن- هاڻ آئون ائين بہ سوچيندي آهيان تہ زندگيءَ ڪي ڪهڙا ڪهڙا رنگ ڏجن- هڪ ننڍڙو سکيو ستابو گهروندو- اٽو- لٽو- اجهو.

هي مئو جيٽ ايج، جنهن ۾ پاڻ رهون ٿا، سڀ ڪجهہ اوکو آهي. آئون چپ ٿي وجان تہ مون کي مئل نہ سمجهيو وجي- گهٽ لکان تہ اجهامي وجڻ جا ڏوراپا نہ ڏيئوم- منهنجيءَ چپ جو ڪارڻ خادم ساڻ سنجوڳ ڪونهي- انهيءَ ڪان مليل ذهني آسودگي آهي- جيڪا ورهين پڄاڻان ملي اٿم. مون چيو نہ تہ آئون ذهني آسودگيءَ واري دور ۾ ڪجهہ بہ نہ لکي سگهندي آهيان- ڪجهہ ڏينهن لفظن جي عذب ڪان پاسي رهي زندگيءَ جا ست رنگ پاند ۾ ميڙي وٺان- زندگيءَ ڪي صرف ڪارو رنگ تہ نہ گهرجي.

آئون، هن ميدان ۾ اڪيلي ڪانہ آهيان- مون سان گڏ زندگيءَ جي سنگهر بہ آهي، جيڪا نياڳي مرڻ- پل تائين پيرن ۾ پيل آهي- ڪنهن اڻپوري پل ۾ ڪو اڻپورو نظم ئي سهي- لفظن سان وفا تہ ڪرٽي آهي- پتنگن ڪان ڪامڻ جون خبرون پڇبيون تہ پوءِ انيڪ آهن، پر چيجڻ ايڏو ضروري تہ ڪونهي. ها دوستن جي اها بہ صلاح آهي تہ آئون نئون انداز- نئون روپ ڏيان لفظن کي- ايڏي نفرت جيڪا لوڪ لاءِ من ۾ پالي رکي اٿم مون کي فنا ڪري ڇڏيندي- جلاوطن مون محبتن جي ڪهاڻي لکڻ چاهي هئي، پر انهيءَ نفرت تي وجي پڄاڻي ڪئي- تازو لکيل ڪهاڻي "من — درپن" نفرتن جي ڪهاڻي آهي، جنهن محبتن تي وجي پڄاڻي ڪئي "Come Back Africa" محبتن ۽ نفرتن جي وچ واري وڇوٽيءَ تي هلندڙ ڪهاڻي آهي- جيڪا منهنجي هنن لمحن جي ڪهاڻي آهي- ڪو دوست- ڪو دشمن- انهن ڪهاڻين کي ڪو نانءُ ڏيڻ ڪان اڳ، منهنجين اڳوڻڪين ڪهاڻين جي سچائيءَ ڪان انڪار ڪري سگهندو!! هي بہ ڪهاڻيون لکڻ مهل، منهنجي من ۾ محبتن جو واسو هو، نفرت جو نہ.

هاڻ آئون محبتن جون بہ ڪهاڻيون لکندس- محبتون، جيڪي انسان، انسان سان ڪندو آهي، ۽ هي ڪتاب جڏهن اوهان جي هٿن ۾ ايندو، هڪ نانءُ نہ وسارجو،

فهميده حسين جو نانءُ. اهائي سگهڙين سٽ (هلال پاڪستان) واري فهميده حسين، سنڌي لفظن سان منهنجي عشق جي پهرين واٽ يا سنگ ميل- ڪهاڻي ڪيتر ۾ آئون جيڪر ڪجهه آهيان تہ فهميده حسين جي دين آهيان. مون جڏهين سنڌيءَ ۾ پهريون ليک لکيو هو، تڏهين مون کي سنڌي پڙهڻ بہ سولي ڪانہ ايندي هئي- اهو ليک، انهيءَ سگهڙين سٽ ۾ ڇپيو هو. پوءِ چترڪار ڪان انيک ڪهاڻين تائين مون کي ڇپيندي رهي. سگهڙين سٽ منهنجي عاشقيءَ جو پهريون ميدان- منهنجو ادبي اسڪول- اهو پرچو پڙهندڙ سنڌ جون اداس شهزاديون اڄ بہ مون لاءِ منزل جو پهريون نشان آهن. منهنجا سيئي لفظ سنڌ جي انهن اداس شهزادين لاءِ آهن.

ڪيترا اهل پل پويان رهجي ويا آهن، جن تي ڪهاڻيون لکڻ چاهيندي آهيان- انهن سيني ڪهاڻين ڪان مختلف ڪهاڻيون- جڏهين ڪراچي پنهنجي اباڻي گهر ويندي آهيان. صندل تي پرت پريندڙ امان ۽ جاءِ نماز تي وينل بابا ڪيڏا اڪيلا اڪيلا پاسندا اٿم- ڇڻ بہ ننڍڙا، وڇڙي ويل ٻارڙا- آئون اڳتي نڪري آيس ۽ هو گذري ويل لمحن وانگر پويان رهي ويا. منهنجو ڪمرو، چپ چاپ پيو منهنجو اوسيئڙو ڪندو آهي. گهر جون ديوارون سرگوشيون ڪنديون آهن. ڪهاڻيڪار! ايڏا ڏينهن لاتا اٿئي. اسان بہ تہ تنهنجي ڪا بيحد اداس ڪندڙ ڪهاڻي آهيون.

تنهن پل دل چوندي اٿم تہ امان جي اندر ۾ سمائجي وڃان. ٻيو جنم وٺڻ لاءِ بابا جي ڪلهن تي چڙهي، سياري جي بيحد سرد رات ۾ بہ شيءِ وٺي ڏيڻ لاءِ ڏمڇر ڪريان.

اهڙي پل انسان سان انسان جي محبتن جي اها ڪهاڻي سرجي ويندي آهي، جيڪا لکي سگهڻ جو مون ۾ ساهس ئي ڪونهي. محبتن جا اهي انڪشاف شايد منهنجين ڪهاڻين مان نفرت جو زهر ڌوئي سگهن.

پر ڳالهہ انهيءَ قيامت جي بہ آهي، جيڪا اسان جي مٿان ڪان سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ وانگر وهندي ٿي وڃي. نياءُ ۽ انياءُ جي وچ واري وڇوٽيءَ تان ڪيڏو الميو آهي تہ اسان جن پيرن هيٺان ڌرتي نڪرندي ٿي وڃي ۽ اسان ٻنيءَ ۽ ونيءَ لاءِ سر ڏيڻ وارا اندر ئي اندر مئا پيا آهيون- جتي اعتبار جون حدون اڇيو پڄاڻي

ڪن، اتان ڪان ڪوڙ جو اونداهو گس ٿو شروع ٿئي، ۽، منهنجو اعتبار سڙي رک ٿيو آهي. آئون سچ چوندس تہ اوهان جو ڪنڌ نمي پوندو. اوهان ڏوراپا ڏيندا، ٻڪن ۾ پٿر پري منهنجي اڳيان سنگسار جي رسم نڀائڻ جو اعلان ڪندا. ڪوڙا، اسان جن نسن ۾ ڦهليو پيوآهي- پر، ڪوڙ اسان جو ورثو تہ ڪونهي. ٽڪڙ جي جبلن تي ڦهليل ٿوهر جي ٻوٽن ڪان سچ ۽ زهر مون کي ورثي ۾ مليو آهي. سچ جو ميناج وسري ويو آهي بہ تہ- اهو ئي زهر امرت ڌارا بڻجي سگهي ٿو.

سو- اچو تہ محبتون ڪريون، وصل جي ڪنهن خوبصورت رات ۾ سچائيءَ سان لائون لهون، محبتون، جيڪي جسم جي ڄار ۾ قاتل نہ هجن، پر روح ۾ پاتال تائين ڦهلجي وڃن. محبتون، جيڪي جنگ جي ميدان ۾ بہ انسان- انسان سان ڪري سگهي. محبتون جيڪي سنڌي سماج جي ڪلر ڪاڌل ديوار کي ڊاهي سگهن.

آئون محبتن جي اها رسم نڀائيندي، اوهان کي هي اڻپورو ڪتاب ٿي ڏيان.

اوهان بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيو- چپن تي جڳن ڪان اٽڪيل اناالحق جو نعرو ئي سهي.

۽ پڇاڙيءَ ۾-

هي ڪتاب اوهان جن هٿن تائين آڻڻ لاءِ ڪجهہ ماڻهن جي محبتن جو اعتراف.

خادم، پنهنجي جيون ساٿيءَ جي محبت جو اعتراف، جنهن لکڻ وارن لمحن ۾ مون سان گڏ ويهي، منهنجين ڪهاڻين جو زهر پيتو آهي. عالم حسينيءَ جي محبت جو اعتراف، جنهن ڪتاب سهڙڻ لاءِ ڊگها ڊگها پنڌ ڪيا آهن. نثار حسينيءَ جي محبت جو اعتراف، جنهن جو شوق ڪتاب ڇپجڻ جو ڪارڻ آهي ۽ فتاح (شرجيل) جي محبت جو اعتراف، جنهن منهنجن لفظن کي چترن جو روپ ڏنو آهي.

۽ -

بہ ليڪا ڪڍي

صليب ناهي

پنھنجو پاڻ ٽنگي ڇڏيان
جي
دک سيئي لکي نہ سگھان.

نورالھديٰ شاھ

5 فيبروري 1979ع
حيدرآباد

# پاروٿو گوشت

حويليءَ ۾ ٻانهين جو ولر، ۽ انهيءَ ولر ۾ هڪ ڏينهن اوچتو هوءَ ٻه الاءِ ڪٿان اچي نڪتي هئي. جنهن کي پهريون ڀيرو ڏسي نندي سائينءَ کي ڪچيءَ ووڊڪا (Vodka) جو ذائقو ياد اچي ويو هو. هن جي بدن ۾ ڄڻ وچ وراڪا ڏيندي هئي. ڪڏهن هِتي، ڪڏهن هُتي. هو جيڏانهن ويندو هو، هوءَ نظر ايندي هئس. پانءِ حويليءَ جي هر ڪنڊ ۾، هر ڪمري ۾، ڪنهن هن جو هڪ هڪ بت سجائي رکيو هجي ۽ هر بت جو پنهنجو روپ ۽ پنهنجو حسن هو. هوءَ ڏسندڙ جي اکين ۾ بجليون پري غائب ٿي ويندي هئي. سندس انهيءَ ادا نندي سائينءَ کي، بنا ڇهڻ، بنا چکڻ ۽ پيئڻ جي مست ڪري ڇڏيو هو. هن جي اڳيان هر ڪو شراب، هر ڪو نشڪو ڦڪو ۽ بي ذائقو پاسندو هئس. پلا انهيءَ شيءِ جو نالو ڇا هئڻ گهرجي، جنهن کي صرف ڏسڻ سان ئي نشو چڙهي وڃي. سيئي روپ سيئي نالا هن لاءِ هئڻ گهرجن. نندو سائين هن کي ڏسيو الاءِ ڇا ڇا پيو سوچيندو هو. بس ڪنهن اهڙي مهل جي وجهه ۾ هو، جڏهن هوءَ اڪيلي نظر اچي وڃيس. ۽ هڪ ڏينهن نيٺ هوءَ اڪيلي ور چڙهي وئي هيس اتر پاسي، نما شام جي مهل.

”نالو اٿئي؟“ نندي سائينءَ جي ٻانهن، ناگ جيان ور وڪڙ ڪائيندي هن جي سنهڙي ڇيلهه کي ويڙهي وئي. هوءَ ائين ڇرڪي پانءِ پير ۾ پٽونءَ ڏنگ وڌو هجيس. هوءَ وچ جيان نندي سائينءَ جي ٻانهن مان نڪري ڪجهه پرڀرو وڃي بيٺي. ڪي پل حيران حيران نظرن سان نندي سائين کي ڏسندي رهي، ڄڻ پڇي رهي هجي ته، ”پلا توکي اهو حق ڪنهن ڏنو؟“ پوءَ اوچتو وٺي ڊوڙ پاتائين. هوءَ نندي سائين جي اکين ۾ بجليون پري غائب ٿي وئي. اُج جو شديد احساس ٿو هر جي ڪنڊن جيان نندي سائينءَ جي نڙيءَ ۾ چڀڻ لڳو.

هن کي شايد اڃا ڪل ئي ڪانه هئي ته مالڪ جو گهر جي هر شيءِ تي حق هوندو آهي. نندو سائين ٻه ته هن حويليءَ جو مالڪ هو. وڏي سائين جو وڏو فرزند. مستقبل ۾ گاديءَ جو وارث، هن جو ته ڄڻ ڪائنات جي هر شيءِ تي حق هو. هوءَ ته پوءِ ٻه انهيءَ ڪائنات منجهان هڪ هئي.

هڪ ڏينهن ننڍو سائين حويليءَ ۾ اندرئين پاسي آيو. ماڻس جي ڪمري ۾ وچ پئي وراڪا ڏنا. وچ جا چمڪاٽ ڏسي هو به ماڻس جي ڪمري ۾ هليو آيو. هن ڪي ڏسي ننڍي سائينءَ جي اکين ۾ بجليون پرجي آيون. عورت جي بدن تي پوتي ويڙهيل نه هجي ته قيامتن جا آثار ويجها ٿي ويندا آهن غاليچي تي برش ڏيندي هن جي بدن انيڪ روپ ٿي مٽايا. پاڻءِ اندلٽ جا ست رنگ ڌرتيءَ تي لهي آيا هجن. اوچتو هن دروازي کي ٽيڪ ڏئي بيٺل ننڍي سائينءَ کي ڏسي ورتو. الاءِ ڇو هن کي ڀٽونءَ جو ڏنگ ياد اچي ويو. هوءَ ٽپ ڏئي اُٿي بيٺي، پينگهي جي گهوڙيءَ تي ٽنگليل پوتي لاهڻ لاءِ. انهيءَ کان اڳ جو هوءَ پوتيءَ سان پاڻ ڍڪي، ننڍي سائينءَ جون شڪاري ٻانهون ڪڻس نانگ جيان ويڙهي ويون.

”ڀڄين ڇو ٿي، اها قيامت جهڙي جواني لڪائڻ لاءِ ٿورئي هوندي آهي، اها ته لٽائڻ لاءِ آهي، جيتري لٽائي سگهين لٽاءِ، موٽ ۾ اسان تنهنجو گهر ڀري ڇڏينداسون.“ ننڍو سائين بنا پيئڻ جي بهڪڻ لڳو هو. هوءَ حيران ۽ هيسيل نگاهن سان ڪي ڪن ننڍي سائينءَ جو چهرو تڪيندي رهي جيڪو شيطان جو روپ ڌاريو بيٺو هو. ننڍي سائينءَ نمي پنهنجا چپ هن جي چپن ڏانهن وڌايا، پر انهيءَ کان اڳ جو قيامت اچي هن جا ڏند، ننڍي سائينءَ جي ٻانهن ۾ ڪپي ويا. هڪڙي دانهن جيڪا ننڍي سائينءَ جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پئي. پاڪرن جو گهيرو ٽٽي پيو. هوءَ وچ جيان وراڪا ڏيندي غائب ٿي وئي.

”هيءَ ڪير آهي؟ امان!“ هن کي دالان ۾ ڪٽڪ چڙيندو ڏسي ننڍي سائينءَ ائين ماڻس کان پڇيو، جڻ پهريون ڀيرو ڏسي رهيو هجيس. هن به شايد ننڍي سائينءَ جو سوال ٻڌي ورتو هو. تڏهن هن پنهنجو منهن پٽ ڏانهن ڪري ڇڏيو هو.

”ڇو؟“ ماءُ پٽ جي شوق کان اٽڃاڻ ته نه هئي سو ڏاڍي غور سان هن جو چهرو تڪڻ لڳي.

”ائين ئي پڇان ٿو، اڳ ڪڏهن نه ڪانه هئي.“ هو گهبرائجي ويو هو. ”ڪدوءَ جي ڪنوار آهي، آهي ته نئين پر ڏاڍي سگهڙ زال آهي، مون ته پنهنجا ڪم، ڳالن ڪان وني هن جي ٻلي ڪيا آهن.“ ننڍي سائينءَ جون نظرون هن جي بدن جي

قيامتن جو طواف ڪري رهيون هيون. اهو ٻڌي ته هوءَ پرڙٽيل آهي، الاءِ ڇو ننڍو سائين وسامي ويو.

حويليءَ ۾ ته ڪاٻه اهڙي پرڙٽيل ڪانه هئي جنهن جي بدن جو افتتاح ڪنواري هوندي ئي حويليءَ جي ڪنهن نه ڪنهن "سائينءَ" جي شوق جي قينچيءَ سان نه ٿيو هجي . اها ريت وڏن ڪان هلندي ٿي آئي. هينئر ننڍو سائين اها پراڻي روايت نڀائي رهيو هو.

هوءَ به شايد ان عنايت ڪان محروم نه رهي ها، پر هوءَ ٻئي ڳوٺ مان، ڪدوءَ سان لائون لهي، ڏيڍ مهينو ڪن اڳ حويليءَ ۾ آئي هئي. ڪدو ٻاهر اوطاق جو ڪم ڪار ڪندو هو. سندس ابا ڏاڏا به ننڍپڻ ڪان انهيءَ درجا ٽڪر ڪائيندا رهيا هئا ۽ پويان ورثي ۾ هن ڪي ڇڏي ويا هئا. هوءَ نئين هئڻ ڪري حويلي جي اصولن ڪان اڻڄاڻ هئي، نه ته ننڍي سائينءَ ڪي مٽس ايتري محنت نه ڪرڻي پوي ها. پر پرڙٽيل هئڻ جي باوجود هوءَ جڻ وودڪا (Vodka) جي پريل بوتل هئي، جنهن جو اجا ڪنهن ڍَڪ به نه لاٿو هجي. ننڍي سائينءَ جي بي پناهه شوق ۾ ڪو به فرق نه آيو. هو بس ڪنهن اهڙي مهل جي وجهه ۾ هو جڏهن هوءَ اڪيلي ملي وڃيس، پر هوءَ ته جڻ مائونٽ ايورسٽ هئي ۽ هن جي اچڻ ڪان پوءِ ته جڻ ڪوهه پيمائي به ننڍي سائينءَ جو شوق بڻجي وئي هئي.

هڪ ڏينهن ننڍي سائينءَ نيٺ ڪوهه پيمائيءَ ڏانهن پهرين وڪ ائين وڌائي جو هوءَ ڏرتتيءَ مهل ماڻس جي باٿ روم ۾ شاور هيٺ پنهنجين سمورين قيامتن سميت نظر اچي وئي هيس. هوءَ ڳوناٺي، نئين نموني جي درن جو ڪڙو ڏيڻ ايندو ڪونه هئس. در صرف ورائي ڇڏيو هئائين. وڏي سائين جا ڪپڙا ۽ باٿ روم ڌوئڻ ڪان پوءِ هوءَ پاڻ به شاور هيٺ اچي بيني هئي. باٿ روم ۾ وهنجڻ هن لاءِ ڪيڏو پُرڪشس هو. ڳوٺ ۾ ته ننڍي هوندي ڪان، ڪٽ اپي ڪري، پوتيءَ جي گوڏ ٻڌي، ڇل سان پنهنجي مٿان پاڻي وجهندي وجهندي سندس هٿ ئي ساٽا ٿي پوندا هئا. ڪنهن جي اچڻ جو ڀئو به ڪو نه هئس. پلا وڏي سائڻ جي باٿ روم ۾ ڪنهن جو ڪم، ڪو هرويرو انهيءَ پاسي ايندو به ته ڪونه هو. هاڻي پلا ڪٽس اها ته ڪل ئي ڪانه هئي ته ننڍي سائينءَ ڪي ڪائنات جي هر ڪنڊ ۾

ووڊڪا جي پريل بوتل جي خوشبو اچيو وجي، شاور مان وهندڙ پاڻيءَ هيٺ قيامتون ڏسي، نندي سائينءَ جون اکيون تہ جڻ ڦاٽي پيون. نندو سائين جڻ ميکدي جي دروازي تي بيٺو هو. هيڏانهن هوڏانهن چوڌاري مئي هاري پئي هئي. وچ جا وراڪا، اکين ۾ بجليون پرجي آيون هئس. هوءَ جا پاڻ لڪائڻ لاءِ واجهائي رهي هئي، تنهن کي پڪڙڻ لاءِ نندو سائين پاڻ بہ وجي شاور هيٺ بيٺو. انهيءَ کان اڳ جو نندو سائين هٿ وڌائي، هن جون رڙيون باٿ روم ۾ گونجڻ لڳيون. پاڻءِ پير ۾ پٿونءَ ڏنگ وڌو هجيس. هن جي رڙين کان گهٻرائجي نندو سائين تڪڙو تڪڙو باٿ روم مان نڪري آيو، پاڻي نندي سائينءَ جي ڪپڙن مان پئي ٽميو، ماءُ جي اچڻ جي ڊپ کان پوئين دروازي مان ئي ٻاهر نڪري ويو. هوءَ انيڪ پل باٿ روم جي دروازي کي ٽيڪ ڏيو بيني رهي. ڪٽس نندي سائينءَ جي موٽي اچڻ جو ڊپ هو. ڊنندي در جي سير ڪري ليئو پاتائين. ڪمري ۾ ڪوبہ ڪو نہ هو.

تڪڙا تڪڙا ڪپڙا پائي هوءِ ڊنل هرڻيءَ جيان وني ٻاهر ڀڳي، دالان ۾ نندو سائين هاراپل جواريءَ جيان بيٺو هو. هوءَ سچ پچ مائونٽ ايورسٽ هئي، هن جي چوٽيءَ تائين رسڻ ڪيڏو ڏکيو هو.

۽ انهيءَ ئي رات جڏهن ڪم ڪار لاهي ٿڪجي ٽٽي ڪدو سندس پر ۾ اچي ڪٽ تي ليٽيو هو، تڏهن دل پرجي آئي هيس. ڪدوءَ جي سيني تي مٿو رکي گهٽيل گهٽيل آواز ۾ چيائين.

”سوٽ! هڪڙي ڳالھ چوانءِ،“ آواز بہ لڙڪ گهٽڻ ڪري پرجي آيو هئس، ”چاهي روئين چو پئي؟“ ڪدوءَ جي پڇڻ تي سچ پچ سڏڪي پئي.

”آئون هاڻ حويليءَ ۾ ڪونہ ويندس .“ هن جڻ فيصلو ڪري ڇڏيو هو..

”چو؟“ ڪدوءَ کي سندس اهو فيصلو ناگوار محسوس ٿيو هو. سندس ڏس ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن اهڙي ڳالھ ڪانہ چئي هئي. هوءَ نئين هئي، پر انهيءَ جو مطلب اهو تہ ڪونہ هو تہ هوءَ ايڏي وڏي بغاوت ڪري.

”چو ڪانہ وينديءَ. حويليءَ ۾ ڪهڙا ڏنجھ پهتا اٿئي؟“ ڪدوءَ جي آواز ۾ ڪيڏي نہ ڏاريائپ ۽ سختي هئي. وراڻيءَ ۾ هن سڏڪن جي وچ ۾ سڃي آڪاڻي ڪري

ٻڌائي. ڪدو ٻڌندو رهيو ۽ جڏهن هن ڳالهه پوري ڪئي تڏهن ڪونيءَ ۾ موت جهڙي ماٺ پکڙجي وئي.
”تون ڳالهائين ڇو نٿو؟“ هن ڪي ڪدوءَ جي ماٺ ڪان مُنجهه ٿيڻ لڳي.
”تو نندي سائينءَ سان ائين ڪري چڱو ڪونه ڪيو.“ ڏکيءَ ماٺ ڪان پوءِ ڪدوءَ ڳالهايو. هن تي جڻ چپ ڪري پئي.
”هو اسان جي پير مرشد آهن، اسان جو سڀ ڪجهه هنن لاءِ ئي ته آهي“ ڪيڏي نه وفاداري هئي ڪدوءَ جي لهجي ۾.
”توکي ڪابه غيرت ڪانهي؟“ هوءَ حيران رهجي وئي. هن ته ٻڌو هو ته مرد ته ڏاڍا غيرت مند ٿيندا آهن. ڀنيءَ ۽ ونيءَ لاءِ ته ڪنڌ ڪپائي ڇڏيندا آهن. هن کي ڪدوءَ کان نفرت محسوس ٿيڻ لڳي. ڀانءِ هو ڪنيءَ ڪسيءَ جو گندو ڪيڙو هجي.
”ڏس هو آهن وڏا ماڻهو. هڪڙي چمي ۽ ڀاڪر جي بدلي گهر ڀري ڇڏيندا آهن. ڀاڻ ته هونئن به غريب آهيون. ڏيڍ ٻن سون مان هيڏي منهگائي ۾ ڇا ٿو ٿئي. تون جيڪر نندي سائين جي ڳالهه مڃيندي رهين ته نندو سائين ائين به پنهنجون جهوليون ڀري ڇڏيندو.“ ڪدوءَ جي اکين ۾ لالچ ڀرجي آئي. هو حيران حيران نظرن سان ڪدوءَ کي ڏسندي رهي.
”ڏس هتي سيني پنهنجا گهر ڀري ڇڏيا آهن. شاديءَ کان اڳ آئون به دعائون ڪندو هئس ته الله سائين مون کي به اهڙي زال ڏي جيڪا منهنجو گهر ڀري ڇڏي.“ ڪيڏو بي غيرت پئي محسوس ٿيو. هن جي ڪنن جا پڙدا جڻ ڦاٽڻ لڳا هئا.
”ڏس هاڻي جو نندو سائين چوي ته سندس ڳالهه ضرور رکجئين“. ڪدوءَ جي لهجي ۾ حڪم هو، ”ٻڌين پئي نه منهنجي ڳالهه.“ هوءَ چپ چاپ ڇت کي گهوريندي رهي. ڪابه وراڻي ڪانه ڏنائين.
”آئون ڇا پيو چوان؟“ سندس ايڏي گهري ماٺ تي ڪدوءَ کي ڪاوڙ اچي وئي.
”نه مون کان اهو ڪم ڪونه پڄندو.“ هن پنهنجو فيصلو ائين ٻڌايو، ڀانءِ ڪدوءَ کي سندس فيصلو مڃائڻ جو ڪو به حق نه هو. عورت ٻين لاءِ ڪيڏي به مائونٽ

ايورسٽ چو نہ هجي، پر پنهنجي مڙس لاءِ محض واريءَ جو ننڍڙو ذرو هوندي آهي.
ڪدوءَ ڪاوڙ ۾ هن ڏانهن نهاريو.
”منهنجي ڳالهه ڪانہ مڃيندينءَ.“
”نہ،“ هن جي آواز ۾ جبلن جيڏي سختي هئي.
هڪڙي لت جيڪا هن جي ڪُک تي پئي ۽ هوءَ اٿلجي ڪٽ تان پٽ تي اچي ڪِري ۽ پوءِ مٿس لتن جا وسڪارا پئجي ويا. هُو هن جي ڇاتيءَ تي چڙهي ويهي رهيو. ٻئي هٿ هن جي نڙيءَ تي هئس.
”جي منهنجي ڳالهه نہ مڃيئي تہ آئون توکي طلاق ڏئي ڇڏيندس.“
ڪيڏو پوائنٽو ٿي ويو هو ڪدوءَ جو چهرو، هن اکيون پوري ڇڏيون. سندس ساهه گهٽجڻ لڳو.
”تون ڀانئين تہ آئون سڄي عمر ٻن سون جي آسانگي تي گهاري ڇڏيان، ٻُڪون مران، پر تون راڻي بڻجي ڪائيندي رهين.“ وفاداريءَ ڪان وڏيڪ ڪدوءَ جي اکين ۾ پيسي جي لالچ هئي. ائين دال نہ ڳرندي ڏسي، هو ڍرو پئجي ويو. پيار مان هن کي سمجهائڻ لڳو، ”ڏس، اسان آهيون نوڪر ماڻهو، اسان جي ڪهڙي عزت ۽ غيرت، انهن ڪان وٺيو پيا ڪائيندا سون. عزتون سوچڻ لڳاسون تہ بکون مرنداسيون، پوءِ ڪير اسان کي ٽڪ بہ ڪو نہ هڻندو.“ هوءَ ماٺ ڪيو اکيون پوريو پٽ تي پئي هئي، سندس بند اکين جي اندر لڙڪ پرجي آيا هئا.
۽ ٻئي ڏينهن رات جو ننڍو سائين اوطاق مان پنهنجي ڪمري ۾ موٽيو تہ پل اپل لاءِ اونداهي ۾ هن کي ڏسي نہ سگهيو ۽ جڏهن لائٽ آن ڪيائين تڏهن ٽيوب لائٽ جي روشنيءَ ۾ هن کي ڏسي ڇرڪي پيو. هوءَ ڪوچ کي ٽيڪ ڏيو غاليچي تي وٺي هئي، ننڍي سائينءَ کي ڏسي هوءَ مرڪي پئي (مئل مئل مرڪ).
”در ڏئي ڇڏيو سائين، ڪير اچي نہ وڃي.“ اج مائونٽ ايورسٽ ڪيڏو نہ هيٺ لهي آيو هو. ننڍو سائين جيڪو ننڍپڻ ڪان در ڏيندو آيو هو سو پل اپل لاءِ مُنجهي پيو.

”در ڏئي ڇڏيو سائين“ هوءَ پنهنجي وات سان دعوت ڏئي رهي هئي، پر سندس آواز ۾ ڪو زهر هو سو ننڍو سائين محسوس ڪري نہ سگهيو.
ننڍو سائين در ڏئي مڙيو تہ هوءَ چولو لاهي رهي هئي. هوريان هوريان هن جي بدن جون قيامتون ظاهر ٿيڻ لڳيون هڪ هڪ ڪري هن پاڻ ئي سڀ ڪپڙا لاهي ڇڏيا. ٽيوب لائيٽ جي روشنيءَ ۾ هو ننڍي سائين جي نالي لکيل Invitation Card ٻٽيو ويني هئي. هن کي پلنگ تي ليٽائيندي ننڍي سائين کي ائين لڳو ڄڻ، اجهو هينئر هو رڙيون ڪندي يا پنهنجا ڏند ننڍي سائينءَ جي ٻانهن ۾ کپائي ڇڏيندي، پر هن ڪجهہ بہ ڪونہ ڪيو، بس اکيون پوري ڇڏيون هئائين. پرهہ ڦٽيءَ کان اڳ هوءَ ننڍي سائينءَ جي ڪمري مان ٻاهر نڪتي. سندس مُٺ ۾ ٻہ سؤ پيڙيل هئا.
جڏهن اهي ٻہ سؤ ڪدوءَ کي ڏنا هئائين، تڏنهن ڪدوءَ خوشي مان هڪ ڊگهي چمي ڏني هئي. انهن ٻن ڳاڙهن نوٽن کان پوءِ ننڍي سائين سچ پچ هن جو گهر پري ڇڏيو. هو روز آڌيءَ مهل ننڍي سائينءَ جي ڪمري ۾ ويندي هئي. ننڍي سائينءَ کي مٿس ڪاٻہ محنت ڪانہ ڪرڻي پوندي هئي. ڪدوءَ چيو هئس تہ سائين کي ايترو خوش ڪر جو سائين سون مان تو کي ڳاڙهو ڪري ڇڏي ۽ هن سچ سچ ننڍي سائين کي خوش ڪري ڇڏيو هو، سون مان ڳاڙهي ٿيڻ لاءِ نہ، ڪدوءَ جي خوشيءَ لاءِ، جنهن سان نڪاح جي ٽن ٻولن سندس مرڻ جيئڻ جو ساٿ لکي ڇڏيو هو. هوءَ جڏهن بہ ننڍي سائينءَ جي ڪمري مان نڪرندي هئي ننڍو سائين هٿ ۾ نوٽ ڏيندي چوندو هئس، ”سڀاڻي ايندينءَ نہ؟“ ۽ هو هائوڪاري ۾ ڪنڌ ڌوڻي پنهنجي ڪوني ۾ ايندي هئي تہ ڪدو سندس انتظار ۾ پيو جاڳندو هو. هن کي ڏسي هٿ وڌائيندو هو پيسن لاءِ ۽ پوءِ هڪڙي ڊگهي چمي ڏيندو هو نوٽن کي.
ننڍو سائين ستاويهن جو اچي ٿيو هو. ماڻس هڪڙي ڏينهن پيٽس کي چيو هو، ”ڪيسين ٻانهين ۽ شهر جي رنن جي پويان پيو ڊوڙندو. مرد ماڻهو آهي، شادي جنجير وجهينس تہ ڪو ڊرو ٿئي.“ فيصلو ٿي ويو. ننڍپڻ جي سدان ملوڪ مڱ ويني هئس. ننڍي سائينءَ کي پيلا کهڙو اعتراض! سو چيائين تہ اهو بہ مزو وٺي

ڏسجي سو يڪدم ڪٽي هائوڪار ڪيائين. شاديءَ جون تياريون ٿيڻ شروع ٿيون. انهيءَ نئين شوق سڄ پڄ ننڍي سائينءَ کي ٿورو ڍرو ڪري ڇڏيو هو. هاڻ هوءَ رات جو ايندي هئي ته رڳو سائين ڪٽس بستري ۾ ليٽائي پاڪر پايو ستو پيو هوندو هو. هلڻ مهل ته هاٿي اڪثر ننڍو سائين ”خرچي“ ڏيڻ وساري ويهندو هو ۽ ٻيءَ رات اچڻ جو واعدو به نه وٺندو هو. بس هوءَ پاڻ پئي ايندي هئي ته من اڄ ننڍي سائينءَ کي خرچي ڏيڻ ياد اچي وڃي ته ڪدوءَ جي ڪاوڙ به گهٽجي.

۽ پوءِ شاديءَ وارو ڏينهن به اچي ويو. ننڍو سائين خوشيءَ مان ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيو.

”اڄ سائين موج ۾ اٿئي. اڄ نوازي ڇڏيندءِ. وڃ هيئنر وڃ. اڄهو هيئنر اندر حويلي ۾ ويو آهي“ ڪدوءَ ٻاهران سهڪندو آيو. اکين ۾ ڪيڏي لالچ هئس.

”نه. اڄ آئون ڪونه وينديس.“ هن کي خبر هئي ته ننڍي سائينءَ جو اهو وقتي شوق ختم ٿي چڪو آهي. هن جي بدن جون قيامتون ننڍي سائين کي نٿيون موهي سگهن.

”چري! اڄ ته گهرڻ جي مهل اٿئي. تون وڃ ته سهي.“

”نه آئون ڪونه وينديس.“ هن جواب ڏئي ڇڏيو.

”ڪاڻ وينديئن؟“ ڪدوءَ مٿس اکيون ڪڍيون، هوءِ هيسجي وئي. هو ڪدوءَ جي مار کان ڏاڍو ڊڄندي هئي. مارڻ ويل هو ڪيڏو ظالم بڻجي ويندو هو. هوءَ اٿي بيٺي. پٽ ۾ ٽنگيل آرسي ۾ پنهنجو پاڻ ڏٺائين. اڄ پنهنجي لانئن وارو وڳو ڍڪيو هئائين. اڄ وري مٿس روپ آيو هو. ياڻءِ اڄ ڪا سندس ئي شادي جي رات هجي. هن سوچيو هو ته اڄ هوءَ ننڍي سائينءَ وٽ ڪانه ويندي. اڄ هو ڪم ڪار لاهي ڪدوءَ جي پاڪرن ۾ انيڪ پل گهاريندي. هر ڪا عورت، زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن شاديءَ رات جا لمحا ورجائڻ چاهيندي آهي، پر ڪدوءَ سندس انهيءَ ڪلپنا کي ڪيڏيءَ بيدرديءَ سان بي موت ماري ڇڏيو هو. هو ڪنهن هارايل جواريءَ جيان ٿڪل ٿڪل وکون کڻندي حويليءَ ڏانهن هلي وئي.

ڪدوءَ کي پڪ هئي ته ننڍو سائين اڄ دل تي نوازيندو. هو کٽ تي ليٽي جوڙس جو اوسيئڙو ڪرڻ لڳو. ائين پئي ڀانيائين ڄڻ هو دنيا جو سڀ کان وڏو خوش

قسمت انسان هو، جنهن جي پڃري ۾ سوني جهرڪي بند هئي. هن جون اکيون دروازي تي کتل هيون. هو اندازو هڻي رهيو هو ته ننڍو سائين ڪيترا ڳاڙها نوٽ ڏيندو. اڌ ڪلاڪ ڪلاڪ ڪان پوءِ ڪوٺيءَ جو در کليو. هوءَ در جي تاڪ کي ٽيڪ ڏيو بيٺي هئي. ڪدو ٽپ ڏئي اُٿي ويهي رهيو.

”وئينءَ؟“ ڪدوءَ جي آواز ۾ خوشيون ئي خوشيون هيون. هن ڪابه وراڻي ڪانه ڏني. هوءَ چپ چاپ بيٺي رهي. هن جون اکيون قبرستانن جيان سنسان هيون. ڪيڏي ٽڪل ٽڪل پئي لڳي. ڄڻ صديون پنڌ ڪيو هجيس. هن جي چهري تي پيڙائن جا پاڇولا هئا.

”ڏاڍي جلد موٽينءَ؟“ ڪدو سندس اُجڙيل اُجڙيل وجود جي معنيٰ نه پئي سمجهي سگهيو، پر هوءَ چپ، موت جيان.

”ڇا ڏنو سائينءَ؟“ ڪدوءَ جون نظرون هن جي هٿن جو طواف ڪرڻ لڳيون جيڪي خالي هئا، جن ۾ ڪوبه نوٽ ڪونه هو.

”ڇا ڏنو ننڍي سائينءَ؟“ هو گهبرائجي ڪٺ تان لهي هن جي ويجهو اچي بيٺو.

”ڇا ڏنئين؟ ٻڌائين ڇو نٿي؟“ هن جو آواز اوچو ٿي ويو. هن ڏسڻ ٿي چاهيو ته سائينءَ اڄ ڪيترو نوازيو آهي، پر هن جا چپ ڄڻ مئل انسان جا چپ، جن تي ڪا اڌوري ڳالهه اٽڪيل هجي، جيڪا اوچتو مري وڃڻ جي ڪري چئي نه سگهجي. هن جي چهري تي ڪائنات جو سمورو عذاب هو.

”آئون توکي آهيان نه.“ هن ڪاوڙ ۾ وڏي سڏ چيو. ڇڻ هن کي سجاڳ ڪرڻ ٿي چاهيائين. هن جي ڊگهي ماٺ کان گهبرائجي هو هن جي ڳاڙهيءَ پوتيءَ جا پلاند، سٿڻ جا ور، چولي جي اندر جاچڻ لڳو ته متان هن نوٽ لڪايا هجن، پر سڀ ڪجهه خالي هو. اڄ هوءَ به خالي خالي هئي. ڄڻ ووڊڪا جي خالي بوتل جنهن جي تري ۾ به ڪنهن ڦڙو نه ڇڏيو هجي.

”تون وئي هئينءَ؟“ هن پڇيو. ڪٿس ويساهه ئي نه پئي آيو ته ڪو اڄ به سائين نوازيندو ڪونه. هوءَ چُپ هئي هن جي اکين ۾ دُور دُور تائين واري اُڏامي رهي هئي.

”تون ڳالهائين چو نٿي؟“ ڪدوءَ هن کي کلهن کان جهلي ڌونڌاڙيو. تڏهن هن ويران ۾ اُجڙيل اُجڙيل اکيون کڻي ڪدوءَ ڏانهن ائين نهاريو جڻ اهو پل، اهو هانءُ ڏاريندڙ هڪڙو پل، هن جي زندگيءَ جو آخري پل هجي.

”نندي سائينءَ چيو آهي.“ هن جو آواز سڏڪن ۾ وچڙڻ لڳو.

”ها، ها چا چيو آهي نندي سائينءَ“ اميد جو ڏيئو جيڪو وسامڻ لڳو هو سو ٻيهر ڪدوءَ جي اکين ۾ ٻرڻ لڳو.

”نندي سائينءَ چيو آهي،“ الاءِ چا هن چوڻ ٿي چاهيو جيڪو هوءَ چئي نٿي سگهي.

”نندي سائين چيو آهي، تہ مون کي تو مان، پاروتي گوشت جي ڏپ ٿي اچي.“ اهو لفظ جيڪو هن جي نڙيءَ مان نٽي اُڪليو سو سڏڪن جي وچ ۾ ائين چيائين ڄڻ زندگيءَ جو سڀ ڪان وڏو هاجو ٻڌائي رهي هجي.

”نندي سائين چيو، آهي تہ ، مون کي تو مان پاروتي گوشت جي ڏپ ٿي اچي.“ دروازي جي چائنٺ تي ويهي، گوڏن ۾ منهن لڪائي هوءَ ائين سُڏڪي پئي ڄڻ، هينئر هن لمحي هن جو سهاڳ لٽجي ويو هجي، ۽ هوءَ نہ چاهيندي بہ، ڦوهہ جوانيءَ ۾ ڏهاڳڻ ٿي وئي هجي.

# سنگسار

تي ڏيئرون انهن کي ڏسي ڪٽس زندگي عذاب محسوس ٿيندي هئي. ڪيتريون مجتائون مجيون هئائين، پر هڪڙي به نه مُئي، تئي جيئريون جاڳنديون وڻ جيان وڌنديون ٿي ويون ۽ پٽ هڪ به نه ٿيس، جنهن جي ڪٽس ڏاڍي سڪ هئي.
جوٽس کي پيو گاريون ڏيندو هو، "نياڻيءَ تي بلائون ڄٽي رکيون آهن، پٽ ڄڻيندي ڄڻ پيٽ تي ڦاتس." جوٽس جي به پئي دانهن پوندي هئي، "مئو ڪنگلو هٿ ۾ ٽڪو به نه ليس جو ڪٽي تي پهر ماني کائون. فلاٽڻ فلاٽڻ جون ته زالون ڏس، ڪيئن پيون جرڪن. مڙسن سان فلمون ڏسن ۽ گهمن ڦرن. هڪڙو منهنجو ڀاڳ ڦٽو هو، جو توساڻ پلاند اٽڪايو اٿم." هوءَ روئندي ويندي هئي ته مائٽن کي به پٽيندي ويندي هئي، جيڪي پاڻ ته مري ويا، سندس پلاند مئي ڪنگلي سان اٽڪائي ويا.
جوٽس آڙي پاڙي جا ڪپڙا سبي، جيڪي چار پيسا گڏ ڪندي هئي، سي به ڦري وڃي نشو پتو ڪندو هو ۽ جڏهن موٽندو هو تڏهن ڄڻ ساڻس گڏ قيامت اچي ويندي هئي. جوٽس کي رتوچاڻ ڪري ڇڏيندو هو ۽ هو ٽئي طوفان ۾ آيل ڪکن جيان پيون ڏڪنديون هيون ۽ پوءِ جيڪر انهن مان ڪا هڪڙي سڏڪي پوندي هئي ته قيامت جو عذاب ويتر وڌي ويندو هو.
جيل جو ڊپ نه هجيس ها ته انهن ٽئني کي اڦٽ ماري ڇڏي ها، پر جيل کان ڊڄندو هو. اڳ به سال ڪن جيل ڪمائي آيو هو. اتي جيڪر ڪنهن ڳالهه جو سک هئس ته اهو. جو اتي اهي ٽي-چار بلائون نه هيون. هڪ واري جوٽس پل لاءِ آئي به ته، اهڙي ته جٺ ڪيائينس جو هوءَ وري نه موٽي. جيل ۾ ڪٽس ڪم ڪرڻو پوندو هو. بس انهيءَ ڪري هو جيل کان ڊڄندو هو.
جنهن رات هو گهر نه موٽندو هو، نشي ۾ ڪنهن به فٽ پاٿ تي پئجي رهندو هو. انهيءَ رات هو ٽئي ڪيڏيون نه پر سڪون ٿي ونديون هيون، ڄڻ ڪنهن سوريءَ تي ٽنگيل کي زندگيءَ جو پيغام ڏئي ڇڏجي، پر انهيءَ رات به سندن ماءُ هوريان

هوريان پئي سُڏڪندي هئي. بدن تان ڪپڙا لاهي پئي ڦٽ ڏوئيندي ۽ سيڪيندي هئي. ڪارا نيرا نشان ڏسي پئي روئيندي پٽيندي هئي.

ڪجھ ڏينهن کان مڙس جي نڪري وڃڻ کان پوءِ وٽس هڪ ٻيو مرد ايندو هو.

انهيءَ جي اچڻ کان اڳ سينگار پڪا ڪندي هئي. فلمي گانا جهونگاريندي هئي. سستي قسم جي خوشبوءِ هڻندي هئي ۽ جڏهن اهو ٻيو مرد ايندو هو، ته ٻئي ڇتا ڪونيءَ جو در بند ڪيو، ڪلاڪن جا ڪلاڪ وينا هوندا هئا ۽ هو ٽئي ڇٽيون در تي پهرو ڏينديون هيون. پريان پيءُ جي سائيڪل کي ايندو ڏسنديون هيون ته ڊوڙي وجي ماءُ کي ٻڌائينديون هيون. ماءُ ته نڪري ايندي هئي ۽ هو دري ٽپي هليو ويندو هو. هوءَ جهٽ جهٽ ڪري ڪپڙا مٽائيندي هئي، پر جڏهن سندس مڙس اندر گهڙندو هو ته ڪٿان نه ڪٿان عطر جي خوشبوءِ اچي ويندي هئس. وارن مان چڪيندي چوندو هو، "کهڙو يار آيو هيئي جو گهر ۾ خوشبو پکڙي پئي آهي." ۽ هوءَ ڊوڙي وجي طاق تان قرآن پاڪ ڪڍندي هئي." آءٌ قتڪي مران جو تو کان سواءِ ڪو ٻيو آيو هجي." پوءِ هن کي ته مارڻ جو بهانو گهربو هو، سو جوٽس کي رتو چاڻ ڪري رکندو هو.

۽ هو جو ايندو هو ته هنن ٽنهي لاءِ ڪجھ نه ڪجھ ڪٺي ايندو هو. گڏيون، چوڙيون، واليون ۽ اهي شيون هنن کي ايڏيون وڻنديون هيون، جو ڪچنديون ڪونه هيون. ڪٽن هو وڻندو ڪو نه هو، پر ماءُ کان پڇنديون هيون، "امان هي ڪير آهي؟" ته پوءِ ڳراٽي پائي چوندي هئن ته، "چاچو سليم آهي، پڻهين کي متان ٻڌايو چوريون! نه ته مئو پاڻ کي ماري وجهندو." هوءَ نه ٻه چوي ها، ته ٻه هو ماٺ هجن ها، جو پيءُ ته اوري ٻه نه اچڻ ڏيندو هون. ڳالهائڻ جو ته تصور ۾ ٻه ڪو نه هون. پوءِ هڪ ڏينهن اجهو اچان ٽي چئي، هوءَ چاچي سليم سان ائين وئي جو سج لهي ويو: پر هوءَ نه موٽي. ڪٽن اڪيلائپ کان ڊپ ٽيو ته هڪٻئي کي ياڪر پائي روئڻ لڳيون. انهيءَ رات سندن پيءُ ٻه نه آيو ۽ نه ماءُ وري. اُنداهي ۾ زندگيءَ جا يوت هنن ڏانهن وڌڻ لڳا. ٽنهي جون دانهون آڪاس کي ڇهڻ لڳيون. پر ڪوئي ٻه نه آيو ۽ جڏهن سج اُيريو تڏهن سندن پيءُ آيو. نشي ۾ ٿابڙجندو،

اڳڻ ۾ بيٺي رنپ ڪيائين، ”ڪٿي آهي هوءَ پڙوي.“ هنن ٽنهي جو ساهه سندن نڙين ۾ گهٽجڻ لڳو. ماءُ جي پٽيءَ جو عذاب به هاڻي ڪٽن سهڻو هو.

”ڪٿي آهي؟“ هن جي اکين مان باهه وسڻ لڳي. ”چاچا سليم سان وئي آهي.“

نندڙيءَ سگهه ساري. بس انهيءَ ڳالهه تي هو مڃرجي پيو. وڌيڪ ڳالهه نه ٻڌائين ۽ ٽنهي کي هٽي ڦٽي ڇڏيائين. پوءِ ته گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڳالهه پکڙجي وئي ته جوڻس سليم ٻيڙيءَ واري سان ڀڄي وئي.

جوڻس ته ڀڄي وئي جيڪا ڪڻس هٿن جو پورهيو ڪري ٽڪا ڏيندي هئي. ڪمائڻ جو افعال منجهس ڪونه هو. اٽلو جوڻس تي بلائون ڳچيءَ ۾ ڇڏي ويس هنن ٽنهي کي اجان تائين ماءُ جو اوسيئڙو هو. گهر جي در تي ٽئي ڄڻيون ماءُ جي راهه پيون تڪينديون هيون. پاڙي جا ٻار انهن کي ڏسي چيڙيندا هئا. ”اوهان جي ماءُ ڀڄي وئي.“ ۽ اهو ٻڌي هو روئي ڏينديون هيون، ڄڻ ڪنهن گار ڏئي ڇڏي هجين. هيسيل ايڏيون جو وڙهي به ته نه سگهنديون هيون. گهٽيءَ مان ڪو لگهندو هنن کان پڇندو هو، ”ماڻهين ڪيڏانهن وئي چوريون.“ ”ڀڄي وئي چا چا سليم سان“ جيڪو دنيا ڪان ٻڌو هئائون، سو ئي چونديون هيون، پر اهو چوندي به ٽنهي جي ميرين اکين ۾ لڙڪ اچي ويندا هئا ۽ پڇڻ وارو ٺهڪ ڏئي اڳتي وڌي ويندو هو.

سال کن ۾ وڏيءَ ته روپ ئي مٽائي ڇڏيو. ساڳي ماءُ جهڙي. ماڻس وانگر ٻنهي نندين کي سيني سان لاتو هيائين ۽ سندس نئون روپ ڏسي آڙي پاڙي جا ڇورا پيا در آڏو سيٽيون وڄائيندا هئا. فلمي گانا پيا ڳائيندا هئا. سندس پيءُ ته آڌي رات جو پيو ايندو هو. پئسو ڪيسي ۾ نه هئس، نشو پٽو ڪٽان ڪري. لالٽين جي ميراڻ جهڙي روشنيءَ ۾ هوءَ ڪڻس زيبو محسوس ٿيندي هئي. ڪڻس ائين لڳندو هو، ڄڻ هوءَ به ڀڄي ويندي. ڪڻس ڌيءَ کان نفرت محسوس ٿيندي هئي. ”حرامزادي ساڳي ماءُ جهڙي.“ نشي جي طلب وڌي ويندي هئس.

۽ جڏهن نڙيءَ ۾ ڪندا چيڻ لڳا هئس ۽ مولوءَ آڏو وات مان گگ ڳڙي پيس، ”هڪڙو راڪيٽ مولو. الله قسم عمر سڄي دعا ڪندوسانءِ.“ ٻئي هٿ مولوءَ آڏو ڪٽي ٻڌايائين. مولو ٺهڪ ڏئي کلي پيو، ”دعائن جو ٻوڙ رڌيندس ڇا؟“

”سچي مولا عليءَ جو قسم ٽڪو بہ نہ اٿم ڪيسي ۾.“ روئڻ هارڪو ٿي پيو.
”چو جوڙهين پڇي وئي ڇا؟“ مولو ڪلڻ لڳو، هئڊا ڏند ڪڍي.
”ها يار پڇي وئي“. نشي جي لالچ ۾ ڪٽس غيرت بہ نہ آئي.
”اجا مال اٿئي ڪيسي ۾.“ مولوءَ اک پڳي.
”ڪٿي يار، اهڙو نصيب ڪٿي؟“ هن ٿڌو ساهہ ڀريو. سندس ڳالهہ تي مولو پوت جيان ٺهڪ ڏئي ڪلڻ لڳو.
”آءٌ ٻڌايانءِ“ ڪلندي ڪلندي چيائين.
”ٻڌاءِ!“ سندس اکيون بہ اُميد ۾ جرڪڻ لڳيون، جيتوڻيڪ نشي جي طلب سندس سَنڌ ٽوڙي ڇڏيا هئا.
”ٻڌو اٿم تو وارين ٽن ڀيرين مان هڪ پڇي وئي آهي.“ مولوءَ جي اکين ۾ گندگي ڀرجي آئي.
هو پل اپل لاءِ ڇرڪي پيو اندر ۾ دک جو، ڪاوڙ جو زهر ڀرجي آيس پر ٻئي پل سندس اندر جو لالچي مرد جاڳي پيو، جنهن کي چرس جي هڪڙي گولي کپندي هئي.
جنهن کي مارفيا جي انجيڪشن جي گهرج هئي. سندس اندر جي گندگيءَ مان جنم ورتل سيئي پوت ڪر موڙي اٿي بيٺا.
رات جو هو موٽيو، تہ هوءَ جاڳي پئي. ڪجهہ اڳ شام جو رنو هئائين، جو اکيون اجان بہ آليون هيس. سندس ٿي پاسي ۾ هو ٻئي سٽيون پيون هيون. مانيءَ لاءِ روئي روئي سٽيون هيون ۽ هن کي بک جي شدت ۾ ننڊ نٿي آئي پيءُ کي ايندو ڏسي سندس بدن ڪنبڻ لڳو.
”جاڳين پئي؟“ پڻس جي لهجي ۾ خوشامد هئي. هوءَ چپ رهي.
”آءٌ نوڪري ڳولهڻ ويو هئس. اها ئي خوشامد، ڪوڙ ۽ لوڀ، پر هوءَ چپ بہ حيران بہ!
”نوڪري ملي وئي اٿم بلقيس!“ وات مان گگ ڳڙي پيس ۽ بلقيس کي ڄڻ ويساهہ نہ پئي آيو.

” تولاءِ بہ نوڪري ڳولهي اٿم.“ پٽس جي اکين ۾ لالچ ليئا پائڻ لڳي، جنهن کي سندس ذهن سمجهي نہ پئي سگهيو.
”نوڪري ڪندينءَ نہ؟“ هو ويجهو هليو آيو.
”توکي اُتي نوان ڪپڙا ملندا ماني ملندي.“ ڪپڙن ۽ مانيءَ جو ٻڌي بلقيس جي اکين ۾ ستارا جرڪڻ لڳا. پر اجا بہ چپ هئي.
”ڪندينءَ نہ؟“
”هائو.“ ڌرتيءَ جي پاتال مان ڄڻ آواز آيو.
”اُتي هينئر هلون.“ عجيب ڪروڌ پٽس جي چهري تي پکڙجي آيو هو.
وراڻيءَ ۾ بلقيس خاموش اکين سان پيينرن ڏانهن نهاريو. هو سندس مطلب سمجهي ويو. چيائين، ”هي ستيون پيو هجن، آءٌ توکي ڇڏي اچهو ٿو اچان. هنن لاءِ ماني بہ وٺي ايندس.“
ڪيڏو پيار هو، هن جي لهجي ۾ بلقيس کي پل اپل لاءِ ڄڻ ٻئي جهان ملي ويا. هوءَ هڪدم اٿي بيٺي.
”جُتي تہ پاءِ،“ هن جا اُگهاڙا پير ڏسي پٽس چيو. هن جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا، ”جُتي آهي ڪانہ.“
”چڱو اُتي نئين جتي بہ ملي ويندءِ.“ هڪ وار وري بلقيس جي اکين ۾ ستارا جرڪڻ لڳا. هن ٻيهر ننديين پيينرن ڏانهن ڏنو ۽ پٽس سان گڏ ٻاهر نڪري آئي. ٻاهر هن جي بخت جهڙي ونداهي هئي.
رات جو الائي ڪهڙو پهر هو، هوءَ نوَن ڪپڙن، ماني ۽ جتيءَ جا خواب ڏسندي، مولوءَ وٽ پهچي وئي. زندگيءَ جي ڪنهن بہ روپ کان واقف نہ هئي، جو ڪجهہ سمجهي سگهي ها. پٽس ڪيس پنجاهہ روپين ۾ مولوءَ وٽ وڪڻي، سياٽي اچڻ جو چئي هليو ويو.
بک کان هن جو ساهہ پئي نڪتو. هوءَ روئڻ لڳي.
”ڇو ٿي روئين؟“ نشي ۾ ٻاري آواز.
”بک لڳي آهي.“ هوءَ روئندي رهي. هن کي بند ڪوٺيءَ ۾ گهُٽ ٿي رهي هئي. ڪٿس اها تہ خبر هئي تہ نوڪريءَ ۾ ٿانوَ ٻهاري ڪبي آهي يا ڪپڙا ڪڙا ڌوئبا

آهن، پر هي نوڪري هن کي سمجهه ۾ نه پئي آئي، جنهن ۾ هوءَ جهول ڪٺ تي اگهاڙي جسم سان پئي هئي، سيءَ کان، بک کان، ڊپ کان هن جو بدن ڏڪي رهيو هو.

مولوءَ اخبار ۾ ويڙهيل ڪباب ڪوليو، بلقيس جي اکين ۾ ستارا جرڪڻ لڳا.

”ڪباب کائيندينءَ؟“ مولوءَ هٿ ۾ ڪباب کڻندي چيو. هن بک وچان بي صبريءَ ۾ ڪنڌ ڌوڻيو.

”اچي وٺ.“ بلقيس هٿ وڌايو، پر ان کان اڳ مولو کلندي ڪباب واپس اخبار تي رکي ڇڏيو ۽ ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳو... هوءَ روئڻ لڳي. ”اچي پلا وٺ.“ هن وري ڪباب وڌايو، بلقيس هٿ وڌايو، پر اڳي جيان هن ٺهڪ ڏئي ڪباب واپس رکي ڇڏيو. مولو ننڍي هوندي ڪتن ۽ ٻلين کي ائين سڪائيندو هو ۽ ٺهڪ ڏيندو هو ۽ جڏهن سندس نپايل ڪتا ۽ ٻليون زبان ڪڍي پير چٽيندا هئا، تڏهن انهن جي وات ۾ هڏا ۽ ڇيڇڙا وجهند هو. هو چوندو هو، ”الله سائين ڪتيءَ کي زال جي روپ ۾ به خلقيو آهي.“

”اچي وٺ ڪباب.“ هن ڪباب وڌايو ۽ بلقيس هٿ وڌائڻ چاهيو.....

”ترس، پهرين منهنجا پير چٽ.“

بلقيس سندس ڳالهه سمجهي نه سگهي. هن هر ظلم سَنو هو، پر اهو ظلم نه سَنو هئائين.

”پير چٽ ته سڀ ڪباب ڏيندوسانءِ.“ هوءَ ڪٺ تان هيٺ لهي آئي. انهن ڪبابن جي حصول لاءِ هوءَ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويئي. سندس اگهاڙو جسم مولوءَ جي مٽيءَ ۾ لٿيل پيرن تي نمي ويو. هن جي زبان مولوءَ جي پيرن جي گندگي چٽڻ لڳي. مولوءَ جا ٺهڪ ڪوٺيءَ ۾ چوڌاري گونجي رهيا هئا. بلقيس ڪنڌ ڪڍي مولوءَ ڏانهن نهاريو، جڻ چئي رهي هجي، ”هاڻ ته ڪباب ڏي.“

مولوءَ هڪڙو ڪباب ڪيس ڏنو. سندس اکيون جرڪڻ لڳيون. هڪڙي پل ۾ ڪباب ڳڙڪائي ڇڏيائين.

”پير چٽ تہ ٻيو ڪباب ڏيندوساڻ.“ هن مولوءَ جا پير چٽڻ شروع ڪيا. مولو ڪلندو رهيو، ڪباب ڏيندو رهيو ۽ جڏهن اهو تماشو ختم ڪيائين تہ هن جي جسم کي ٿڏو هٽي چيائين، ”پيٽيان ڏاڍي سني نسل جي ڪتي آهي.“

سڄ ايرئي پٽس آيو. هن کي نہ ئي نوان ڪپڙا مليا، نہ ئي جُتي! پر انهن سيني کان اُتم ڪباب هئا، جيڪي مولوءَ ڪٽس ڏنا هئا. ڪيترن ڏينهن جي بک وسامي وئي هيس. پر جڏهن پٽس سندس آڏو آيو، تہ اتي ٻارهن سالن جي بلقيس ڪانہ هئي. زيبوءَ جهڙي عورت وينل هئي. اهڙي عورت جنهن جو پيٽ تہ پريل هجي، پر سندس بدن جو هر حصو لُنجي چڪو هجي ۽ هينئر جنهن جي دل ۾ سموري ڪائنات جو زهر اوتجي آيو هجي، جيڪا هڪ رات ۾ چند ڪبابن جي حصول لاءِ معصوم ڇوڪريءَ مان عورت بڻجن تائين جو سفر ڪري چڪي هجي. جنهن هڪ رات ۾ زندگيءَ جا سمورا تجربا ڪري ورتا هجن. پٽس انهيءَ عورت سان اکيون ملائي نہ پئي سگهيو.

هو ٻئي ماٺ ۾ هئا. هلندي مهل مولوءَ ايندڙ رات لاءِ ويهہ روپيا ايڊوانس ڏنا، هوءَ پيرن اگهاڙي آئي پيرين اگهاڙي وئي پئي. سندس سنڌ سنڌ ساٽو ٿي پيو. هوءَ هلندي ٿابڙي پئي ۽پٽس خوش هو، ٿي ڏيئرون!

ڪٽس پنهنجي زندگي بيحد روشن نظر پئي آئي. اڄ پٽ نہ هئڻ جو ڪٽس ڪوبہ ڏک ڪونہ هو. هاڻ چرس جو حصول ۽ مارفيا جون سُيون هن جي لاءِ بيحد آسان هيون. ڪٽس دنيا جو سڀ کان وڏو خزانو بلقيس لڳي، ۽ هوءَ چپ هئي. راتوڪي سڄي رات سندس ذهن ۾ زهر جيان پڪڙجي آئي هئي. هوءَ گهر پهتي تہ سندس ٻئي پيرون اڱڻ ۾ وينٽي رنيون.

پٽس پنج روپيا مانيءَ لاءِ ڏئي هليو ويو. ويندي ويندي هن کي رات جو تيار ٿي ويهڻ لاءِ چئي ويو. پنج روپيا هن جي مُٺ ۾ سڏڪڻ لڳا. راتوڪي رات سندس چوڌاري رقص ڪرڻ لڳي.

”ادي تون ڪيڏانهن وئي هئينءَ؟“ هڪ ڀيڻ پڇيس. هوءَ جڻ ڌرتيءَ جي پاتال مان نڪري آئي.

”ڪيڏانهن وئين هئينءَ؟“ ٻيءَ پڇيو، پر سندس چپ نہ کليا.

”تو رات ماني کاڌي هئي ادي!“ پيٽس جڏهن سندس ڦٽن تي مرچ ٻُرڪي ڇڏيا سندس اندر ۾ جڻ طوفان اچي ويو.

”تو رات ماني کاڌي هئي؟“ پيٽس وري پڇيو. هن هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي ڇڏيو، پر چپ رهي.

”ڇا کاڌو هيئي ادي؟“ هنن ٻنهي جي اکين ۾ رشڪ ۽ حسرت جا پاڇولا ليئا پائڻ لڳا.

”ڪباب“ هن جي اندر مان سُڏڪو اُڀريو.

”ڪباب!!“ هنن ٻنهي جي وات ۾ پاڻي ڀرجي آيو، ”اسان ته ڪجهه نه کاڌو هو ادي.“ هنن جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا.

”تون اڄ رات جو به ڪباب کائڻ ويندينءَ؟“ هنن پڇيو. هن هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو.

”اسان کي به وٺي هلجانءِ ادي. اسين به ڪباب کائينديوسين.“ هنن جي انهيءَ ڳالهه هن جي اندر ۾ عذاب ڀري ڇڏيو. هوءَ ڇرڪي پئي. اکيون کٽي ڏنائين، ڪٽس ائين لڳو جڻ سندس ٻئي ڀينرون عورتون بڻجي ويون هجن. هڪڙيءَ رات ۾ عورت بڻجڻ واريون عورتون! هن جي بدن جي هر حصي تي مولوءَ جي هٿن جا نشان هجن ۽ هو ڪبابن لاءِ مولوءَ جي پيرن جي گندگي چٽي رهيون هجن. سندس اندر ۾ ڪجهه ڀُرڻ لڳو. اکين ۾ باهه ٻرڻ لڳس. ڪيترا طوفان هن جي ننڍڙي ذهن ۾ آيا ۽ لنگهي ويا. هن جي اندر جي دنيا تباهه ٿيڻ لڳي. هوءَ اوچتو پنج روپيه مُٺ ۾ پيڙي اٿي بيٺي.

”ڪيڏانهن ٿي وڃين ادي؟“ پر هو چپ رهي.

”ڪباب وٺڻ ٿي وڃين؟“

”ها“ هن جي آواز ۾ زهر هو، هوءَ ٻاهر نڪري وئي. آئي ته هٿن ۾ گاسليٽ جي بوتل هيس. هن جي هٿن ۾ ڪباب نه ڏسي هو مايوس ٿي پيون. پوءِ اميد مان پڇيائون.

”گاسليٽ ڇو آندو اٿئي ادي؟“ ۽ هوءَ چپ رهي.

”گھر ۾ ڪباب ٺاھيندينءَ.“ ھوءَ چپ رھي. گاسليٽ ڪٽن تي، ڪپڙن تي، ۽ سڄي ڪمري ۾ ھاري ڇڏيائين.

”ڇا ٿي ڪرين ادي؟“ ھو حيران ھيون. ھن دراندران بند ڪري ڇڏيو. ھنن ٻنهي کي الائي ڇو خوف محسوس ٿيڻ لڳو ۽ پل ڪان پوءِ چؤڌاري باھ جا پوت رقص ڪرڻ لڳا بلقيس اکيون پوري ڇڏيون. ھنن ٻنھي جون رڙيون چؤڌاري گونجڻ لڳيون ۽ بلقيس ڪنن ۾ آڱريون وجھي ڇڏيون.

”ادي باھ وساءِ ادي، ادي،“ ھو ھن کي آزيون ڪرڻ لڳيون، پر ھوءَ تہ جڻ اندر ئي اندر فنا ٿي وئي ھئي.

# فوٽ پاٿ

ڪيڏي نه عجيب ڳالهه هئي ته هن ننڍڙي پتڪڙي وجود کي بصران فٽ پاٿ تي جنم ڏنو هو. گهور اونداهي تنهن ۾ دوُر ميونپسالٽيءَ جي بلب مان اينڌڙ ميرانجهڙي روشني بصران جي وجود تي پئي پئي. اونداهه ۾ دائيءَ کي ڏاڍي تڪليف پئي ٿي ۽ هن به ته ڄڻ ڄمڻ جو نانءُ ئي نه پئي ورتو. دائيءَ خار ۾ چيو: ”حرام جو ٻار ڄڻڻ پيي ڪو سولو آهي.“ بصران تڪليف ۽ شرمندگيءَ جي شدت ۽ بدناميءَ جي خوف کان نه دانهن ڪئي ۽ نه جواب ڏنائين.

سرد رات جي سرد واءَ کان هن جو وجود هوريان ڏڪيو پئي. ڪيڏي مهل هلڪڙي دانهن ٿي ڪيائين. فٽ پاٿ تي ستل فقيرياڻين ۽ ٻين ڪنڌ ڪڍي بصران ڏي نهاريو ۽ اونداهه ۾ هڪ آواز اُڀريو.

”بصران ڪڇا ڄائو؟“

”ڌوڙ“ دائيءَ خار منجهان وراڻي ڏني .

”ڏسجئين ڌيءَ ڄڻيندي.“ ٻيو آواز اُڀريو.

”سابه ماءُ تي ويندي.“

”ها جهڙا ڪانگ تهڙا ٻچا.“

بصران جي تڪليف ۽ شرمندگيءَ جي شدت جو احساس ويتر وڌي ويو. هوريان هوريان وري ماٺ پڪڙجي وئي.

دائيءَ يڪڪي چيو: ”هڪڙي ته اونداهه لڳي پئي آهي. ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي ....“

”گناهه اونداهه ۾ ئي ٿيندا آهن، سوجهرو هوندو ته سڄي دنيا ڏسندي.“ اوندهه ۾ ڪنهن جواب ڏنو.

”مان ماچيس ٻاريان ماسي.“ ٻانهي ٻيڙيءَ جو اڌڙ جيڪو هن فٽ پاٿ تان ئي لڌو هو، دکائيندي چيو.

”ها ابا ٻار ته سهي.“ دائيءَ وراڻي ڏني.

”نه مون کي شرم ٿو اچي.“ بصران احتجاج ڪيو.

”يلا شرم ٿو اچيس! ڪارو منهن ڪندي شرم اچنئي ٿو؟“ هن جي وراٽي ڏيڻ ڪان اڳ تيلي جو سوجهرو ٿيو، ٻانهو شود پائيءَ سان تيلي ٻاريندو رهيو. هن شرم ڪان ٻانهن اکين تي رکي ڇڏي ۽ جڏهن روئڻ جو آواز اُڀريو ته هو ڇرڪي پئي. ٻانهن ڪٽي ڏنائين، دائي جي هنج ۾ اگهاڙو ۽ پتڪڙو وجود هو. رائون رائون پئي ڪيائين، ڄڻ پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏئي رهيو هجي. فٽ پاٿ تي ستل، انڌا، لولا، منڊا ۽ بيمار جسم رڙهي اوريان هليا آيا، ”ڇا ڄائو؟“ ڪيترا آواز ابريا.

”ڇوڪري.“ دائي جو آواز بصران کي ڏاري ويو. هوءَ هن جي وائون مان ئي سمجهي وئي ته اها ڌيءَ هوندي. ڪو ڪپڙو به ته ڪونه هو جنهن ۾ هن پتڪڙي وجود کي ويڙهجي. بصران پاڻ به ته اڌ اگهاڙي هئي، سندس ڪپڙا ڇيهون هئا. ٽڪو ٽڪو پنندي هئي، سو مانيءَ ڳيي تي هليو ويندو هو، پوءِ هن لاءِ ڇا آٽي ها. پتڪڙو وجود سيءَ ۾ ڏڪي رهيو هو، ڪنهن رستي تي پيل اخبار جا ڪاغذ ڪنيا ۽ هن جي ڌيءَ کي ويڙهي ڇڏيو. ڪاغذن جي آسانگي تي هو ڪن پل لاءِ ماٺ ٿي وئي.

”هاڻ ڪيڏانهن ڪيانس؟“ دائيءَ بصران جي ڪن ۾ سرٻاٽ ڪيو. بصران ڪان ڇرڪ نڪري ويو. هن کي ته اها ڄاڻ ئي ڪا نه هئي ته هن جو پيءُ ڪير آهي؟ ڪيترا سارا هئا؟ سيٺ عمر يائي! وڏيرو جمال خان! رئيس الله ڏنو! صوبيدار! پوليس وارو! پٽيوالو! دڪان وارو! چمڪندڙ موٽرن وارو! وڏي بنگلي وارو! ۽ يا الائي ڪيترا هئا. هر رات نئون راهي، کهڙي خبر اها ڪنهن جي دَيا هئي.

برسات جي راتين ۾ جڏهن فٽ پاٿ تي ڦڙڦوٽ پوندي هئي ۽ هر ڪو پنهنجو پاڻ کي لڪائڻ لاءِ اجها پيو ڳوليندو هو، تڏهن انهن بيمار جسمن کي جن ۾ ڍوندي جهڙي باس هوندي هئي، ڪير به اجها نه ڏيندو هو. اهڙي راتين ۾ هن جي جوان وجود کي اَجهو ملندو هو، ان جي صلي ۾ هن کي پنهنجو پاڻ وڪڻڻو پوندو هو. ڪيترا ڏينهن پنڻ جي باوجود ڪجهه پيي نه ملندو هوس، تڏهن هو پنهنجو پاڻ وڪڻڻ تي مجبور ٿي ويندي هئي ۽ پوءِ هر روز چند ٽڪن تي نون نون خريدارن جي ٻانهن ۾ هوندي هئي. هن جو ڪوئي ڪونه هو، هن جڏهن اک

پٽي تہ هو فٽ پاٿ تي رهندي هئي. پنندي هئي. انهيءَ ئي فٽ پاٿ تي اڄ بہ زندگي ٽي گذري. هن جو ڪوئي ماضي يا مستقبل ڪونہ هو، نہ ئي حال هئس. هوءَ هئي ۽ زندگيءَ هئي. ڪڏهن فٽ پاٿ جي پٿرن تي ڪڏهن عاليشان بيڊرومن ۾. پر ائين بہ ٿيندو؟ اها تہ ڪيس ڄاڻ ئي ڪانہ هئي ۽ اڄ جڏهن هن جي چيپاٽيل وجود مان هڪ نئين وجود جنم ورتو تہ هو سوچڻ لڳي تہ هن جو مالڪ ڪير آهي. پر هن جي اڳيان تہ پوري پلٽڻ هئي. ڪنهن جي سڃاڻپ ڪري.

”گند جي ڊرم ۾ اڇلائي ڇڏينس.“ ڪنهن صلاح ڏني. هن ڪا وراڻي ڪانہ ڏني. سڀئي هن کي تڪي رهيا هئا ۽ هوءَ اڪيون ڀوٽيو پئي هئي، سانت ٿي وئي. ڪي هاڻ ٿڪجي پيا هئا ۽ واپس رڙهي پنهنجي جاءِ تي هليا ويا. بہ پوليس وارا گشت ڪندا پاڇن جيان لنگهي ويا. هنن کي جڻ نانگ سونگهي ويو، جيڪر پوليس واري کي خبر پوي تہ سيني کي وڏي گهر وٺي وڃي.

”گهٽو ڏئي ماريانس.“ دائي سرباٽ ڪيو.

”اڏ مئل تہ آهي، ڪٽي ماري ڇڏينس.“ ڪنهن صلاح ڏني. بصران خاموش هئي. نئين وجود هلڪڙي وائون وائون ڪئي، هو سڀ ڇرڪي پري ٿيا، جڻ راڪاس اچي ويو هجي. پوليس وارن جي بوٽن جا نڪاءُ ٻڌي دائيءَ جهٽ ڪري ڪٽي هٿ هن جي وات تي رکيا.

”اڄ تہ پڪ جهلياسون... بصران اسان جي روزيءَ تي ضرور لت هڻندي.“ ڪنهن خارن منجهان چيو.

هو چپ رهي، ڪنهن اوچيءَ هستي جيان ماٺ.

”اَئي هاڻ ڦاٽ، آخر ڄائي اٿئي سو ڪيڏانهن ڪندينءَ؟“ مختلف سرباٽ هن جي ڪنن تي پئي پيا.

”ماٺ ڪري ڏينس گهٽو.“ ڪنهن چيو. دائيءَ چور نظرن سان عزرائيل جيان بصران کي ڏٺو، بصران جڻ ڏري پئي. اُمالڪ ڪانوَ جيان ٻار کي جهٽي ورتائين، سيني جي آڏو ڪنهن شرم ۽ حيا ڪانسواءِ ڇاتيءَ تان ڦاٽل چولي ڪٽي ٿڃ ڏيڻ لڳس ۽ هوءَ بہ چُس چُس ڪري پيئڻ لڳي. سيني هڪ ٻئي کي اچرج وچان ڏٺو. بصران هٿن جو سهارو وٺي پٺ کي ٽيڪ ڏئي ويني. هن جي هينيان گندي پاٽيءَ

جو نالو وھي رھيو ھو.سندس چولو گندي پاڻيءَ سان پُسڻ لڳو، پر سندس جذبن اهڙي اٿل ڪاڏي هئي جو هوءِ هر شيءِ کان ڪن پل ۾، بي نياز ٿي وئي هئي ۽ سندس تخليق سندس ڇاتيءَ ۾ چنبڙي پئي هئي ۽ ٿڃ ائين ڏائي رهي هئي ڄڻ پوءِ ڪڏهن ٻيو نہ ملندس. سانت ۾ چُس چُس جو آواز پئي گونجيو. سيني جون اڃرج وچان ڦاٿل اکيون بصران تي ڪتل هيون.

بصران ڇو ٿي اسان جو اَجهو وجائين. پوليس ڏسندي تہ اسان جو بہ ٻيڙو ٻوڙيندي.“ ڪنهن ڊپ جو اظهار ڪيو.

سيئي ٻيهر رڙهي آيا، انهيءَ سوال جي جواب لاءِ سيني ٻانهي کي ڏٺو. فٽ پاٿ ٻانهي جي جاگير هئي. هو سيني کان چار چار آنا وٺندو هو ۽ پوليس کي ٽاريندو هو. سندس گذارو بہ انهن پئسن مان ٿيندو هو جنهن مان هو ڀنگ، ٻيڙيون ۽ ماني ڪندو هو. جڏهن پاڳ جاڳندو هوس تہ ٽي چار رپيا جوا ۾ کٽي ايندو هو، نہ تہ فٽ پاٿ جي ڪمائي بہ هارائي ايندو هو.

ٻانهي جو سيني کي پاڻ ڏانهن نهاريندي ڏٺو تہ کيس پنهنجي جاگير خطري ۾ نظر آئي. چيائين: ”بصران هت رهڻو اٿئي تہ انهيءَ ڪتي جي ٻچي کي گند جي ڊرم ۾ اڇلائي ڇڏ، نہ تہ پوءِ تون بہ هتان رواني ٿي.“

ٻانهي حاڪماڻي انداز ۾ چيو هو. هن جي اکين ۾ ساري جهان جو ڪروڌ تري آيو. هن جو هانءُ ڏڪي اُٿيو. سيئي ٻانهي کي ائين ڏسي رهيا هئا ڄڻ داد ڏئي رهيا هجن.

بصران پيٽ کي ٽيڪ ڏيو، نيڻ نوايو پنهنجي تخليق کي ڏسي رهي هئي. سو چيائين هن پريل جهان ۾ مان پنهنجو پيٽ نٽي پاري سگهان، سو هن کي ڪٿان پاريندس. ڪن ڪان پوءِ ماءُ جا اُتم جذبا سندس خود غرض سوچن تي ڳرا پئجي ويا.

پريان پوليس جي سيٽيءَ سانت جو سينو چيريو، ٻانهو ۽ ٻيا هن کي يڪ ٽڪ ڏسي رهيا هئا.

”ٻڌاءِ ڇا ٿي چئين؟“ ٻانهي ڪنهن جاگيردار جيان گجگوڙ ڪئي.

”هي فٽ پاٿ سرڪار جو آهي، تنهن جو ڪونهي.“ بصران بي نيازيءَ سان چيو. هوءَ ڏاڍي ڪمزوري ۽ تڪليف محسوس ڪري رهي هئي پوءِ به جبل جيان اٽل ٿي بيٺي. جيتوڻيڪ سندس سَنڌ سَنڌ پُري رهيو هو. ڪيڏي نه تڪليف سَٺي هئائين هن ٻار جي تخليق ڪندي، پوءِ ڪيئن پنهنجي تخليق کي اڇلائي ڇڏي.

”سرڪار جو آهي ته وڃي سرڪار کان وٺ.“ اهو چئي ٻانهي ٻانهن کان ڇڪي ڌڪو ڏنس ته اڇلجي وڃي رستي تي ڪري. ڏامر جي ڪاري رستي تي، هن جو بيمار وجود ڄڻ ڦٿڪي اُٿيو. سندس ڏيءَ سندسن ٻانهن ۾ ٻليءَ جيان وائون وائون ڪري رهي هئي. بصران جو مٿو ڄڻ ڦري ويو. ٿاٻڙجندي اُٿي، ڏيڏس کي هنج ۾ ڪنيائين. ڪنڌ ڪٽي ڏنائين، سيڪو رڙهندو پنهنجي جاءِ تي پئي ويو، بس ٻانهو اڏول ٿي بيٺو هو ۽ هن کي گهوري رهيو هو. اونداهه رات ۾ هو ڏيءُ کي ڪٽي نڪري آئي. سيءُ جون لهرون هن جي وجود مان سيسڙاٽ ڪري لنگهي رهيون هيون. هن اُداس نظر فٽ پاٿ تي وڌي، سڀ ائين وينا، ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو. هِن فٽ پاٿ تي هُن زندگيءَ جا ڪيترا سال گهاريا هئا ۽ اڄ ڄڻ هڪ ڊڪٽيٽر جي حڪم تي جلاوطن ٿي رهي هئي. فقط هڪ گناهه ڪاڻ، جيڪو هن دور ۾ هر ماڻهو ڪري ٿو، پر ڀوڳي ڪوئي ڪوئي ٿو.

اهي گناهه جڏهن گهر جي مقدس چار ديواريءَ ۾ ٿيندا آهن تڏهن شرافت ۽ عزت جو ڀرم رکڻ لاءِ ائين دٻائي ڇڏبا آهن، جو ٻاهر ٻاڦ به نه نڪرندي آهي. اُهي گناهه رنديءَ جي گهر ۾ جنم وٺندا آهن ته هو هن کي سانڍي وڏو ڪندي آهي، جو هو هن هٿ نوڪئي معاشري کان ڊڄي نٿي. شايد معاشرو هن کان انهيءَ ڪري ڊڄي ٿو جو معاشري جي نيڪيدارن جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏسي سگهي ٿي. ليڪن اهو ساڳيو گناهه جڏهن فٽ پاٿ تي جنم وٺندو آهي، تڏهن گناهه جسماني ۽ روحاني عذاب ٿي پوندو آهي. اڄ اهو جسماني ۽ روحاني عذاب بصران ڀوڳي رهي هئي. اهو سڀ ڪجهه هن من ئي من ۾ سوچيو هو.

هوءَ قبر مان اُٿيل انهيءَ لاش جيان هئي جنهن جو چم ۽ ماس ڪيڙا کائي رڳو هڏ وڃي ڇڏيندا آهن. هن جو دماغ ڀوانتيون کائڻ لڳو. ميونسپالٽيءَ جو بلب سورج جيان ٻرڻ لڳو. هو ڪيڏانهن پئي وئي، ڪائي ڄاڻ ڪانه هيس. ڪنيو ڊوڙندي

گهٽيون ٽپي، هو بندر روڊ تي اچي بيٺي، جيڪو جيان جيان چپ چاپ هو. ڪيڏيءَ مهل ڪا موٽر زوزاٽ سان هن جي اڳيان لنگهيو ٿي وئي. سوچيان:
”ڪاس ڄاڻ هجيم ته هن جو پيءُ ڪير آهي؟“
بندر روڊ جو ويڪرو رستو ٽپندي هوءَ ڇرڪي پئي. پوليس وارو هن کي چتائي ڏسي رهيو هو. هن اچرج وچان هن جي هنج ۾ رت هاڻو ٻار ڏٺو، نرڙ تي گهنڊ وجهي چيائين:
”ڪيڏانهن پئي وڃين؟،
هوءَ چپ.
”پڳي آحين؟“
هوءَ چپ رهي.
”هيءُ رت هاڻو ٻار ڪنهن جو آ؟“
”منهنجو“ هوءَ پٽڪي.
”ڪوڙ ٿي ڳالهائي. هيءُ تازو ڄاول ٻار آهي.“ ٻئي وچ ۾ ڳالهايو.
”ٻه ڪلاڪ اڳ مون هن کي جنم ڏنو آهي.“ هن وراڻي ڏني. پوليس وارن کي ڄڻ سڪتو ٿي پيو.
پوتڻ ته نه آهين ني؟“ هڪ اچرج وچان پڇيو.
”ٻار ڄڻڻ واري پوتڻ ٿيندي آهي ڇا؟“ هن ٽوڪ ڪئي. ٻئي پوليس وارا شڪي ٿي پيا.
”حرامي ٻار آهي؟“ هڪ سوال ڪيو.
”مان ۽ هن جو پيءُ حرامي آهيون، هيءَ حلالي آهي.“ نئين وجود کي ڏنل گار هن کان برداشت نه ٿي. هنن ٻنهي کي پڪ ٿي وئي ته ٻار حرامي آهي.
”پرائيويٽ آهين؟“ هڪ سوال ڪيو.
هن سوچيو جواب ڏيان، ليڪن هوءَ خاموش رهي.
”نه فقيرياڻي آهي.“ ٻئي هن جا چيهون چيهون ٿيل ڪپڙا ڏسي چيو ۽ هوءَ هنن ٻنهي جي اکرن ۾ پيڙهجي رهي هئي ۽ هنن کي ڄڻ تماشو هٿ آيو هو.
”مون کي وڃڻ ڏيو.“ هوءَ پٽڪي.

”هڪڙي شرط تي“ پنهنجا فرض جا ڪپڙا لاهي هو جڻ ڪن پل ۾ ننگا ٿي بيٺا.

”مان بيمار آهيان.“ هنن جو شود پائي ڪي سڃاڻندي بصران حقارت سان هنن ٻنهي ڪي ڏ نو ۽ پٺ تي ٿُڪ ائين اڇلايائين جڻ اها ٿُڪ سموري سنسار ڪي هٽي رهي هجي ۽ هوءَ اڳتي وڌي وئي، جبل جيان اٽل پئي محسوس ٿي، ٿاٻڙندي اڳتي وڌي آئي. پر تنهن پل بصران پاڻ ڪي پُرندو محسوس ڪيو هو.

سيءُ جي سرد لهر ڪان هن جي ڏيءُ وڏي آواز ۾ روئڻ لڳي. انهيءَ روئڻ ۾ بصران جو وجود ٻڏندو ويو. هن پتڪڙي وجود جي تخليق لاءِ هن ڪي ڪيڏو ايذاءُ سهڻو پيو هو. هن جون ٽنگون ڏڪي رهيون هيون. هن جو دماغ ڦري رهيو هو. سندس دل تيزيءَ سان ڌڙڪي رهي هئي. هن ڪي ائين لڳو جڻ هوءَ اتي ڍهي پوندي، ڪنهن پراڻي عمارت جيان.

سندس ڏيءُ جو روئڻ ويران روڊ تي گونجڻ لڳو. الائي ڇو ائين روئڻ سان هوءَ هيسجي وئي. هلندي هلندي هن جا پير ڏڪڻ لڳا هئا. ڊينس هال وٽ فٽ پاٿ تي هوءَ ساٽي ٿي ڪري پئي. اڪيون ٻوٽڻ مهل هن ڏيءُ جي هانوَ ڏاريندڙ دانهن ٻڌي جيڪا سانت ۾ پڙاڏو بڻجي گونجي اُٿي.

سج اُڀري آڪاس تي جرڪڻ لڳو هو. هن اکيون کوليون، هوءَ ڊينس هال جي فٽ پاٿ تي پئي هئي، ساٽي ساٽي. هن آڏو ٻه ٽي آنا پيا هئا، پر اهو وجود ڪونه هو، جنهن لاءِ هن رات اکٽ سفر ڪيو هو. هن جو سَنڌ سَنڌ ساٽو ٿي پيو هو. بس فٽ پاٿ تي لال لال لهوءَ جا داغ هئا، جيڪي سورج جي ڪرڻ ۾ وڏيڪ جرڪي رهيا هئا.

ماڳ ڏانهن ويندڙ راهه جي اڌ تي ئي لتجي ويندڙ مسافر جي احساس وانگر، هوءَ ٻي جڻ پاڻ ڪي لتجندڙ محسوس ڪري رهي هئي. سهڪندي پٽ جو سهارو وٺي اُٿي بيٺي، ڏڪندڙ پير اڳتي وڌايائين، تڏهن سندس نظر ڪاٻي گهٽيءَ جي فٽ پاٿ تي پيل گند جي ڍير تي ٻار جي لاش تي پئي جنهن ڪي ڪتا سونگهي رهيا هئا ۽ واتهڙو ائين ڏسي ٿي اڳتي وڌيا جڻ اُهي روز جا تماشا هجن. هن گهري نظر لاش تي وڌي ۽ پنهنجي پراڻي فٽ پاٿ ڏانهن موٽي وئي.

# شريف زادي

پريل شهر اڪيلائپ جو ڏنڀيندڙ احساس، بدن ۾ پکڙجي آيل انيڪ ننڍڙين ننڍڙين اڻپورين خواهشن جو زهر، رڳ رڳ ۾ سمايل اڪيلائپ جي گهٽ ، اکين ۾ چڀندڙ ڪاري پاڻيءَ جو ذائقو، پاڻ اندر ۾ ڪاري پاڻيءَ جو نيرو سمنڊ پرجي آيو هجي. اهڙي سمي اهي سڀ پيڙائون جيڪي زمانن کان من جي ڪنهن سنسان ڪنڊ ۾ دفن هيون، هينئر سندس ئي جنازو ڪلهن تي کنيو آڏو اچي بيٺيون آهن.

”جيجي! چا ٿيو؟“ سندس ڪارين ٽڪ ٽڪ اکين ۾ لڙڪن جون قطارون ڏسي زيبوءَ جا زور ڏيندڙ هٿ رڪجي ويا، پر هوءَ ماٺ، موت جي تنها احساس جيان. اکيون پينگهي جي گهوڙيءَ ۾ لڳل آرسيءَ تي اٽڪيل، چهري تي جوانيءَ جا پڇاڙڪا پساهه. ڪارن وارن ۾ پکڙيل چانديءَ جون انيڪ تارون، ڍرڪيل بي ڊولو بدن. اکين ۾ پنهنجي ئي وجود جو آسيب سمايل. تنهن پر پنهنجي گهٽيل خواهشن کان گهبرائجي اکيون پوري ڇڏيون اٿس.

”جيجي! ٿڪ ته آهيو؟“ وراڻيءَ ۾ ٿڌو شوڪارو. جيڪو اٽڪي پيو اٿس بند چپن ۾.

”زيبو!“ ڪن کان پوءِ بند چپن جو پٽڪو.

”جي سائڻ؟“

”سگريٽ آندو اٿئي؟“

”هائو سائڻ! پيندؤ؟“

هوءَ ماٺ.

سگريٽ دکايو اٿس سائڻ لاءِ ۽ سائڻ جي سڪل نوٽ چپن ۾ اٽڪيل سستو سگريٽ . بدن جي پاتال تائين پکڙجي آيو اٿس سگريٽ جو اڇو دونهون. اڪيلائپ جي گهٽ.

”سائڻ! اڄ ته ڪاروءَ به ڏسي ورتو.“

”پو؟“ پڻ کان چرڪ.

”چوڻ لڳو، ڇا ڪندي آهين سگريٽن کي؟“
”تو ڇا چيو؟“ اڪين ۾ راز ڪلڻ جي پَو جا پاڇولا.
؟ڇيم، آئون سگريٽ پيندي آهيان.“ ٻنهي جي هلڪڙي ڪل ڇڻ ڪنڌرن ۾ تنها سڏجو پڙلاءُ.
”زيبو!“ اهو ئي بند ڇپن جو پڙڪو.
”جي سائڻ.“
”توکي ڪارو وڻندو آهي.“ ڏاڍو گهرو سوال پر بظاهر رواجي.
”پنهنجا ورَ ڪنهن کي ڪونہ وڻندا سائڻ؟“
”تو کي ڀائيندو آهي؟“ ساڳي گهرائپ سوال ۾.
”سائڻ! هو تہ چوندو آهي تہ پل بہ مون کان پري نہ ٿي.“ ڏاڍي مانَ سان ڏنل جواب ۽ هن جي اندر ۾ نڙيءَ کان هيٺ ڇڻ گرم گرم رت لهي آيو هجي. بدن جي پاتال تائين پکڙجي آيل سگريٽ جو دونهون، هڪ ڏکهو سوتو، سوچن جو سلسلو.. اڻپورين خواهشن جو زهر. تڏهن من تي هُري آيو اتس هڪ سانورو چهرو، جيڪو بند دروازي جي سِير مان ليئو پائي ڏسندي هئي.
هڪ ڏينهن ڏرتتيءَ مهل بند دروازي جي سِير مان هن ڪٽس ليئا پائيندي پڪڙي ورتو هو. ”ڇا ٿي ڏسين؟“ پو ڪان هن جو ساهه سُڪي ويو.
”ڇا ٿي ڏسين؟، جان!“ هن جي هيسيل وجود جي چوڌاري ٻانهون پکيڙيندي ڇيائين. هن جي دل سيني مان نڪري اچي رت جي هر ڦڙي ۾ ڌڙڪڻ لڳي. پيار جو ايڏو انبر جيڏو ڦهلاءُ هن جي رڳ رڳ ۾ سمائجي آيو هو. تڏهن زيبوءَ ڪنهن کي ايندو ڏسي ڪنگهڪار ڪئي هئي ۽ هوءَ ٻانهن جي گهيري مان نڪري اچي پنهنجي ڪمري ۾ لڪي هئي.
نندي هوندي کان احمد جي نانءِ ٿيل هئي. گهڻو اڳ سج لٿي ويل سندس چاچيءَ ڪٽس جهلمل ڪندي ڳاڙهي پوتي پارائي، پاڪرن ۾ پريندي چيو هو، ”منهنجي احمد جي ننيڙي ڪنوار.“ ۽ اهي لفظ زمانن کان سندس ڪنن ۾ گونجي رهيا هئا. تڏهن کان احمد لاءِ انيڪ خوبصورت سپنا ڏٺا هئائين.

پوءِ سندس خوابن کي تعبير ائين مليو جو زيبوءَ جي پهري ۾ اونداهين راتين جو چت تي ڏکيون ملاقاتون، خوشبو وارا ڏگها خط، ٻانهن جو انبر جيڏو ڦهلاءُ، تيستائين جو احمد جيڪو پڙهڻ سانگي وٽن حيدرآباد ۾ اچي رهيو هو، وري موٽي اچڻ جو واعدو ڪري ولايت هليو ويو. تڏهن هو هيڏي پريل بنگلي ۾ اڪيلي رهجي وئي. جڻ مڪليءَ جي مقبرن ۾ پٽڪندڙ ڪو تنها بدروح. رنگ هئيڊو پئجي ويو هئس. اندر اندر بدن جي پاتال ۾ احمد جي ٻانهن جو مضبوط وڪڙ. ڪنن ۾ سُرٻاٽ. ”نيٺ ٻه ته منهنجي ڪنوار ٿيندينءَ جان! شرمائين ڇو ٿي؟“ ۽ رت جي هر ڦڙي ۾ اٽڃاتو ڀاري بوجهه سمائجي آيو هئس. ٻئي مهيني ئي پاڻ سمجهي وئي تڏهن جڻ ڇري ٿي پئي. ٻئي هٿ ڪنن تي رکي جا ريهه ڪندي هئي ته ڏرتيءَ ڪان آڪاش تائين پڙلاءُ ٻڌجي گونجندي هئي.

ماٽس جون تڪيون اکيون سيڪجهه سمجهي ويون هيون. بيهوش ٿي پئي هئي، اکين آڏو اونداهي پکڙجي وئي هئس. اهو سوچي ته پاٽس جن جيڪي ايڏا غيرت وارا آهن؛ جيڪر خبر پوين ته ڪٽس اُڦٽ ماري ڇڏين. پٽس جيڪو هيڏي عزت وارو آهي؛ سندس ساهه نپوڙي ڇڏي، پر تن ڏينهن هو سڀ گهر ۾ نه هئا.

پاٽس جن نيون گاڏيون ڪنيو شهر جي ڇورين سميت حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ پيا ڊوڙندا هئا. پٽس ڳوٺ ۾ اجا تازو هڪڙي مهاٽي ٻي نڪاحي ويهاري هئي؛ سو ڏينهن جا ڏينهن ڳوٺ هوندو هو. هڪڙي ماٽس هئي جيڪا سارو ڏينهن ڇرين وانگر پئي سندس پيٽ گهوريندي هئي ۽ هوءَ هئي جا ڪمرو بند ڪيو سارو سارو ڏينهن پينگهي ۾ اونڌو ڪنڌ ڪيو پئي هوندي هئي.

پوءِ نيٺ ماٽس زيبوءَ کي موڪلي شهر مان ڊاڪٽرياڻي گهرائي. جڏهن هن جي بدن جي پاتال ۾ لڪل بوجهه گهٽجي ويو، تڏهن ماٽس ٻه هزار ۽ سوني منڊي ڏئي ڊاڪٽرياڻي جو وات بند ڪري ڇڏيو هو. پر هوءَ ته ڪي ڏينهن سڪل نوٽ اکين مان چت کي پئي گهوريندي هئي. هر احساس جڻ پنهنجي موت پاڻ مئو پيو هو. تڏهن اُمالڪ من تي سٽ ڏئي هُري ايندو هئس، رت ۽ گوشت جو ننڍڙو ڳاڙهو ٽڪر، جيڪو زيبوءَ ڪموڊ ۾ هاري فليش هلائي ڇڏيو هو. پاٽيءَ جي

هڪڙي تکي لهر آئي ۽ گوشت ۽ رت جي ان ڳاڙهي ٽڪر کي ڌرتيءَ جي پاتال ڏانهن ڇڪي وئي.

پر ڳاڙهي رت ۽ گوشت جو اهو بيجان ٽڪر هن جي من ۾ ڪئڪٽس جي ٻوٽي جيان ڇپندو رهيو، تڏهن هن کي پنهنجي بدن تي اهو ڳاڙهي رت ۽ گوشت جو ٽڪر سُرندو محسوس ٿيندو هو. ننڍڙيون پتڪڙيون ٻانهون هن جي سموري بدن کي ويڙهي ويندڻيون هيون ۽ پوءِ اندران من جي پاتال مان دانهن نڪرندي هئس، جيڪا سموري ڪائنات کي ويڙهي ويندي هئي. پٽس ڊاڪٽر اچي گڏ ڪيا، ”هسٽريا اٿس، شادي ڪرايوس“ ڊاڪٽرن فتويٰ ڏني. پٽس مچرجي پيو، ”اسان جي نياڻي لاءِ چون ٿا ته شادي ڪرايوس... دوزخي“. ڊاڪٽرن کي گاريون ڏئي ڪڍيائين، تڏهن هن جون دانهون ويتر وڌي ويون.

پنهنجن گهٽيل احساسن کان گهٻرائجي احمد کي خط لکيو هئائين، جيڪو زيبو سٽڻ جي ور ۾ هٿي پوسٽ ڪري آئي هئي. وراڻيءَ ۾ انيڪ ڏينهن کان پوءِ احمد جو خط آيو ته سهي، پر پٽس جي نالي: ”آئون فردوس کي وڌن جي ڪيل فيصلن کان آزاد ڪيان ٿو. جون مون به هتي شادي ڇڏي آهي.“ احمد جي خط ته ڄڻ ڪو ممڻ مچائي ڇڏيو هو، پاڙس جن ته مرڳو ٽڪيٽ وٺيو ولايت ٿي ويا، احمد جو خون ڪرڻ (ڄڻ هتي به سنڌ جيان ماڻهو مارڻ ڪو سولو هو)، پر پٽس عقل وارو هو، عزت جو معاملو هو. غيرت وارا هڪ ڀيرو جتي پلاند اٽڪائيندا آهن، اتي نپائيندا به آهن ۽ اها ڳالهه ڪا ايڏي وڏي به ته نه هئي.

ٻه وٺيون ته اسان سنڌي مڙدن جو شان آهي. سو احمد کي لکي موڪليائين، ”جيتريون گهٽيون وٺيون ۽ ٻنيون اوترو مرد جو شان، پر لڪئي جا ليڪا ڊاهبا ڪونه آهن. جتي پلاند اٽڪائبو اُتي نپائبو: اهو اسان جي راڄ جو شان آهي، سو فردوس جيستائين جيئري هوندي تولاءِ ويٺي هوندي.“

پر احمد ڪوبه جواب ڪونه ڏنو ۽ جڏهن راڄ ۾ ڳالهه پڪڙي ته هن به ٻڌي ۽ من جون بلند عبادتگاهون پل ۾ ڊهي پيون. ڪٽس هڪ وار وري رت ۽ گوشت جو اهو بيجان ڳاڙهو ٽڪر ياد اچڻ لڳو، جيڪو اونداهه ۾ ڪٽس پنهنجي بدن تي سُرندو محسوس ٿيندو هو. انيڪ خط احمد جي نالي لکيائين. زيبو جن سٽڻ جي

ور ۾ هٽي پوسٽ ڪري ايندي هئي، پر هن پار ڪيڏي ماٺ، ڪابہ وراڻي نہ، ڪوبہ لفظ، ڪوبہ خط نہ. هوءَ اندر ئي اندر پُرندي رهي واريءَ جي وڪريل ذرڙن جيان.

رت جي هر ڦڙي ۾ زندگيءَ جو زهر پکڙيو ويو اٿس، جواني جي ٻڏندڙ سج جو شديد احساس، اڪيلائپ جي گهُٽ. زيبوءَ پوتيءَ جي پلاند مان هڪ ٻيو سگريٽ چوڙي دڪائي ڏنو اٿس. سڪل نوٽ چپن ۾ اٽڪيل سگريٽ، ٻہ ٽي لاڳيتا ڊگها سوٽا، سيني مان اٿندڙ هلڪڙي ڪنگهہ جو پڙلاءُ، دل ٽي چويس، انسان جي وستيءَ مان منهن ڪري ڪيڏانهن نڪري وڃي، پر زهريليون سوچون دماغ جي هر ڪنڊ ۾ پکڙجي آيون اٿس.

”زيبو!“ بند چپن جو پٽڪو.

”جي سائڻ؟“

”آئون جيڪر مري پوان تہ؟“

”اوهان جا دشمن مرن، سائڻ!“

”نہ، آئون پڇي ويندس.“ هلڪڙي ڪل.

”ڪو ٻڏي نہ وڃي!“ پوَ ڪان چرڪ، ڪنهن جي ٻڏي وڃڻ جو ڊپ.

”تو پانيو تہ آئون سچ پچ پڇي ويندس ڇا؟“ زوردار ٽهڪ، ڇڻ سلهہ جي ڪنگهہ جو پڙلاءُ وراڻيءَ ۾ زيبوءَ جو بہ هلڪڙو ٽهڪ.

”آئون پڇي وڃان تہ مرڪو ڪُهي ڇڏينم.“ ٽهڪ، پر ٽهڪ ۾ اها ساڳي ڪوڪلائپ، جنهن تي سڏڪي جو گمان. اکين ۾ خوابن جا جنازا سمائجي آيا اٿس. من ۾ پٽس ۽ پاٽس جن جو ڊپ، جن جون غيرتون ۽ عزتون صليب جيان سندس ڪلهي تي ٽنگيل آهن، تنهن پر بند اکين ۾ تري آيون اٿس انيڪ ساروڻيون.

سليم، جيڪو برقعي جي ڪاري نقاب مان ريشمي گهٽيءَ جي هڪ زيورن جي دڪان تي ڏنو هئائين، زيبوءَ سان گڏ هن جي بيحد ويجهو زيور ڏسندس الائي چو هن جي دل ڌڙڪڻ لڳي هئي.

”اوهان نقاب نہ ڪڍو.“ منديون ڏيکاريندي هن فردوس جي ڪنن ۾ سرگوشي ڪئي. نقاب جي اندر هن جو چهرو پل اپل لاءِ ڳاڙهو ٿي ويو. ۽ جڏهن هن منڊي آڱر ۾ پائي ٿي ڏني، تڏهن اُمالڪ هن سندس هٿ پڪڙي ورتو.

”ايڏن نازڪ هٿن ۾ ايڏي بيدرديءَ سان منڊي نہ پايو.“ هوءَ هن جي هٿن مان پنهنجا هٿ ڇڏائي نہ سگهي، هو ڪٿس ديسي فلمن جو هيرو محسوس ٿيو هو، جنهن سان ڪنهن زماني ۾ ڪٿس عشق ٿي پيو هو، جنهن جا فلمي اخبارن ۽ رسالن مان ڪٽيل ڏيڍ سؤ کن فوٽا هئا سندس ڪبٽ ۾ رکيل.

منڊي وٺي جڏهن هو دڪان مان نڪتيون ٿي، تڏهن فردوس جي ڪنن ۾ سرٻاٽ ڪيو هئائين.“ وري اچجو، مان اوهان جو انتظار ڪندس.“ ۽ پوءِ سڄي واٽ هو ۽ زيبو هن جون ڳالهيون ڪنديون رهيون هيون. اها سڄي رات ڪٿس ننڊ نہ آئي. ان رات ڪٿس نہ احمد جو سانورو چهرو ياد آيو نہ ئي گوشت ۽ رت جو اهو ڳاڙهو ٽڪر، ڪٿس پنهنجي بدن تي سُرندو محسوس ٿيو. سندس اکين آڏو اهو چهرو گهمندو رهيو جنهن منڊي پارائيندي سندس هٿ پڪڙي چيو هو، ”اوهان جا هٿ ڪيڏا نہ نازڪ آهن، چمڻ تي ٿي دل چوي.“ اها سڄي رات هوءَ اونداهہ ۾ پنهنجا اُهي خوبصورت هٿ گهوريندي رهي هئي، جن تي اجا تائين ڪٿس سليم جي هٿن جو ڇهاءُ محسوس ٿي رهيو هو.

ڪٿس ٻئي ڏينهن ئي اها منڊي آڱر ۾ سوڙهي محسوس ٿيڻ لڳي. ماڻس کي چوڻ لڳي، ”منڊي سوڙهي ٿي پئي اٿم، پانيان تہ مٽائي اچان.“

۽ پوءِ شام جي اُداس ويلا ۾ جڏهن هوءَ چهري تي نقاب ڍاري زيبوءَ سان گڏ دڪان ۾ گهڙي تڏهن هو ڇڻ ٽڙي پيو. زيبو سندس چوڻ تي در وٽ ئي بيهي رهي ۽ هوءَ اڪيلي اڳتي وڌي آئي. هن جي بيحد ويجهو برقعي جي ڪاري نقاب ۾ لڪل سندس چهرو گهوريندي هو مرڪي پيو.

”مون کي پڪ هئي تہ توڻ ايندينءَ.“

”چو؟“ ڪيترا سوال انهيءَ هڪ چو ۾ سمايل هئا.

”مون تنهنجو انتظار پئي ڪيو.“ هن جو هٿ پڪڙي هن ڏاڍي ويساهہ سان چيو. تڏهن هن جي دل سيني مان نڪري اچي پانءِ پيرن ۾ ڌڙڪڻ لڳي، پر بظاهر

ڏيکاءَ لاءِ هن جي هٿ مان هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.جيتوڻيڪ سندس دل ڪيڏي شدت سان پئي چاهيو ته هو ائين ئي سندس هٿ جهليو بيٺو رهي ۽ زندگي ان لمحي ساڪت ٿي وڃي، پر هو انهيءَ معاملي ۾ ڏاڍو تجربيڪار هو. هن اتي ان دڪان ۾ انيڪ ڇوڪريون ڦاسايون هيون. هو شريفزادين جي اندر ۾ لڪل انيڪ ننڍڙين اڻپورين خواهشن کان اڻڄاڻ نه هو. هو پاڻ انهن خواهشن جي تڪميل ڪندو هو، سو هن جو هٿ بيحد مضبوطيءَ سان جهليو بيٺو رهيو.

”تنهنجا هٿ ڇمڻ تي ٿي دل چوي.“ هن سُرباٽ ڪيو ۽ هوءَ ائين شرمائجي وئي ڄڻ ڦهريون پيرو اهي لفظ ٻڌا هجنس، نه ته احمد ته سندس سڄو وجود چميو هو. احمد کان اڳ، سندس اسڪول جي ڪلارڪ به ته سندس چپ چميا هئا. پر هوءَ شرمائجي وئي، ڪنهن ڪنوار جيان.

”منڊي سوڙهي اٿم، سا مٽائڻ آئي آهيان.“

”ڦهرين نقاب ته کڻو.“ هن فردوس جو نقاب کڻڻ چاهيو، پر هو ڊپ کان ڇرڪي پئي.

”نه، نه، ڪوئي ڏسي وٺندو.“

”هڪ جهلڪ ته ڏسڻ ڏيو.“ هن هيٺ ٿيل نقاب مان ليئو پائي، فردوس جو چهرو ڏٺو، هن جي دل سيني مان نڪري اچي پيرن ۾ ڌڙڪڻ لڳي.

”ڪيڏي حسين آهين، دل ٿي چوي تنهنجو چهرو به چمي ڇڏجي.“ هن جي آواز ۾ الائي ڇا هو، جو فردوس کي پنهنجو پاڻ پگهرندو پئي محسوس ٿيو.

منڊي سوڙهي ته ڪانه هيس، پر ماڻس کي ڏيکارڻ لاءِ ڪٽس منڊي به مٽائڻي پئي. تڏهن دڪان ۾ ٻيا گراهڪ اچي ويا، جنهن جي ڪري ڪٽس موٽڻو پيو.

موٽر ۾ واٽ تي زيبوءَ کي هوءَ هوريان اهي سڀ ڳالهيون ٻڌائيندي رهي، جيڪي سليم هن سان ڪيون هيون.

۽ پوءِ اتي به ٽپاليءَ جو ڪم زيبوءَ ڏنو. خوشبودار ڊگها روماني خط (جيڪي اردو شعرن سان ڀريل هوندا هئا)، پرت ڀريل ريشمي رومال. ملڻ لاءِ نياپا ۽ ملاقاتون، جيڪي گهڻو ڪري سليم جي دڪان جي اندرينءَ ڪنيءَ ۾ يا سندس دوستن جي گهرن ۾ ٿينديون هيون. گهران ساهيڙين جو بهانو ڪري نڪرندي

هئي، ڪڏهن ميلاد شريف، ڪڏهن درزي، ڪڏهن دعوت جو بهانو، ماڻس ابوجهه، پانءِ ته پلي احمد جو ڏنل دڪ گهتجي وجيس. پوءِ برقعو پائي زيبوءَ سان نڪرندي هئي. ٻه ٻه موٽرون در تي بيٺل هيون، ڪوبه فاصلو نه هو، سندس ۽ سليم جي وچ ۾.

هڪ ڏينهن سليم جي ڪلهي تي مٿو رکندي چيائين، "مون سان شادي ڪندين؟" ۽ هو ڇرڪي پيو.

"تنهنجا مائٽ وڏا ماڻهو آهن، فردوس مون کي تنهنجو سڱ ڪڏهن به ڪونه ڏيندا." بهانو ڪيائين.

"پاڻ لڪي شادي ڪنداسون." هن جي ڳالهه ٻڌي سليم جو منهن هئڊو پئجي ويو. هن ڪنهن به ڇوڪريءَ سان شادي ڪانه ڪئي هئي. هن جي پنهنجي زال هئي، بيحد خوبصورت ۽ هن کي بيحد پياري، سندس ٻه پٽ به هئا. فردوس ۽ بيون انيڪ هن جي زندگيءَ ۾ آيون ۽ هليو ويون. هو هڪ تجربيڪار رانديگر هو.

"پنهنجي شادي جائز ڪانهي."

"ڪوڙ ٿو چوين."

"سچي، قرآن ۽ حديث ڪولي ڏس." هن قرآن ۽ حديث جو ڪوڙو حوالو ڏنو. فردوس مان جند ڇڏائڻ لاءِ ۽ هوءَ چپ ٿي وئي. موت جي تنها احساس جيان اها ماٺ هن جي من ۾ دور دور تائين زهر جيان پکڙجي وئي.

ٻئي پيري انيڪ ڏينهن دڪ پوڳڻ ڪان پوءِ زيبوءَ سان اوچتو وجي سليم جي دڪان تي پهتي. سليم ڪونه هو، هڪ ٻيو ننديءَ عمر جو ڇوڪرو وينو هو. هن جي پڇڻ تي چوڻ لڳو، "ادا سکر هليو ويو آهي، هاڻ اتي ئي رهندو، جو هاڻ هو سکر وارو دڪان سنڀاليندو." ان هڪ لمحي سندس من جون ڪچيون پڪيون عبادتگاهون ڊهي پيون.

هوءَ پريل شهر ۾ اڪيلائپ جو ڏنپيندڙ احساس ڪٽي گهر موٽي آئي. ڪٽس هڪوار وري هسٽريا جا دورا پوڻ لڳا. ڊاڪٽرن فتويٰ ڏني، "شادي ڪرايوس." پٽس مچرجي پيو، اها به ڪا ٽيٽي هئي، هن کي پڇاڙڪن پساهن تائين احمد جو انتظار ڪرڻو هو، جيڪو هن ڪرڻ نٿي چاهيو.

ڪارين ٽڪل اکين ۾ هڪ لڙڪ نہ چاهيندي بہ لڙي آيو اٽس هڪ ٻيو سگريٽ ٻن آڱرين جي وچ ۾ اٽڪيل ڏٺو سوٽو، آرسيءَ ۾ سندس چهري جو عڪس، جيڪو انيڪ چپن جي ڇهاءَ ڪاڻ ڪوماٽل. اندر ٻاهر اڪيلائپ جو احساس پرئي پڪلي شهر ۾ موت جي احساس جهڙي اڪيلائپ انيڪ ساروٽيون، رت جي هر ڦڙي ۾ سمايل ڪيترا چهرا، ٻانهن جو ڦهلاءُ، چپن جو ڇهاءُ، ڪلهن تي زندگيءَ جو صليب، ننڍڙين اٽپورين خواهشن جو هجوم، بدن جي پاتال تائين پکڙجي آيل زهر زندگيءَ جو.

”زيبو!“ بند چپن جو پٽڪو.

”جي سائڻ؟“

”پاٽي“ اُج ڪندا ٻٽجي نڙيءَ ۾ پئي ڇپيس. پاٽي جا لاڳيتا بہ ٽي ڏُڪ، ٽٽو شوڪارو، ٽڪجي اکيون پوري ڇڏيون اٽس.

”زيبو!“ اوچتو ڪجهہ ياد اچي ويو اٽس.

”جي سائڻ؟“

”تون فيملي پلاننگ واري اسپتال وئينءَ؟“

”ها سائڻ وئي هيس.“

”گوريون مليون؟“ ڪجهہ هٻڪندي پڇيو اٽس.

”ها سائڻ! پنهنجي نالي تي وٺي آئي آهيان. ڏاڍي مشڪل سان مليون اٽم.“ پلاند مان فيملي پلاننگ جي گورين جو پاڪيٽ چوڙي ڏنو اٽس سائڻ کي.

”سائڻ! ڊاڪٽرياڻي چوڻ لڳي تہ جيترا ڏينهن اهي گوريون کائيبون اوترا ڏينهن خير هوندو.“ ٻنهي جي هلڪڙي کل، پر هن جي کل ڇڻ تنها سڏجو پڙلاءُ. پاٽيءَ سان گوري نڙيءَ کان هيٺ لاٿي اٽس، ڇڻ زندگيءَ جو زهر نڙيءَ مان هيٺ لاٿو هجيس. پل اپل لاءِ ڪٽس گوشت ۽ رت جو اهو ڳاڙهو ٽڪر پنهنجي ڪومايل بدن تي سُرندو محسوس ٿيو آهي، جيڪو گهٽو اڳ، زيبوءَ باٿ روم جي ڪموڊ ۾ وجهي، فليش هلائي، وهائي ڇڏيو هو. گورين جو پيڪيٽ ويهاڻي هيٺ رکي ڇڏيائين. ويهاڻي هيٺ رکيل خط ڪڍي زيبوءَ کي ڏنائين، ”هي جميل کي ڏئي اچجئين، چئجانس آئون سياڻي شام جو ايندس.“ زيبو هلي وئي خط کڻي. هوءَ

اڪيلي موت جي احساس جيان، پينگهي جي تکي لوڏ، سگريٽ جا ڏگها سوٽا، ازل جو عذاب رت جي هر ڦڙي ۾ سمائجي آيو اٿس ڏگهو ساهه کڻي اکيون پوري ڇڏيائين.

# سرحدون ۽ فاصلا

ريگل سئنيما جي سامهون شانتي منزل کي جڏهن به ڏسندو هوس، تڏهن هڪ املهه تصوير اکڙين آڏو اچي ويندي هئم. ننڍپڻ ۾ مان ۽ بيا هاسٽل جا ڇوڪرا شانتي منزل ويندا هئاسون. شانتي ڏان جي وسيع لائبريريءَ مان املهه ڪتاب ڪڍي ايندا هئا سون. پوءِ شانتي ڏان انهن ڪتابن بابت ڏاڍيون اُچيون ڳالهيون ڪندو هو. چوندو هو انسانيت دين ڌرم اٿم، سنڌ ڌرتي ماءُ اٿم ۽ پتائي مرشد! اسان پي هر ڪنهن آڏو سندس اهي قول ورجائيندا هئاسون. اسان کي سدائين چوندو هو جيڪر شادي ڪيو ته ڪنهن وئشيا سان ڪجو. سندس چوڻي هئي ته وئشيا سان رات گذارڻ ۾ اُهو لطف ڪونهي، جيڪو لطف ۽ راحت غلاظت جي گندين نالين مان عورت جي موتيءَ جهڙي تقدس کي ڪڍي گهر جي چار ديواريءَ جي حفاظت ۾ آڻڻ ۾ آهي.

اسان جا ڪچا ذهن انهن ڳالهين کي پوري ريت سمجهي نه سگهندا هئا ۽ سماج جي نهيل نڪيل اصولن جي ائين خلاف ورزيءَ تي عجب ٿيندو هو، پر انهن سيني ڳالهين هوندي به شانتي ڏان جي شخصيت، سندس قولن تي شڪ نه ڪري سگهندا هئاسون. ڪيترا پيرا اسان ڪيس نيئپر روڊ ۾ ڏٺو. مٿس ڪيس هليو هو ته هو ڇڪلي جون رنون ورغلائي پڄائي ٿو. رنن جي دلالن مٿس ڪيترا پيرا ڪيس به ڪيا ته هو سندن زالن کي ڪانئن بغاوت تي آماده ڪري اغوا ٿو ڪري، پر تڏهن خبر پئي ته اُهي سيئي رنون گهرن جي چار ديواريءَ ۾ عزت جي زندگي گهاري رهيون آهن. ماڻهن ۾ شانتي ڏان لاءِ ڪيڏي نه عزت وڌي وئي هئي. شانتي ڏان ڏينهن جو سوجهري ۾ به انهن انسانن سان ملندو هو، جن کي انسان تڙي ڪيندا آهن ۽ رات جو دلين ۾ جايون ڏيندا آهن. پوءِ اسان ڏٺو ته ڇڳن ماڻهن کان سواءِ بيا به ڪيترائي نيچ ڌنڌي وارا، دلال ۽ ڪسبياڻيون وٽس ايندڙيون هيون. سيني کي اُتي ڪيڪاريندو هو.

هڪ دفعو مون چيو هو، ”سائين! اوهان جهڙو بلند انسان ايڏن ذليل ماڻهن سان ملڻ ڪيئن ٿو پسند ڪري!“ تڏهن ڏاڍي غور سان مون کي ڏسي چيائين، ”نه،

مان بلند آهيان، نہ هي ذليل آهن. اسان فقط انسان آهيون. هنن جي چهري تي غلاظت مڙهڻ جا ذميوار اسان ئي آهيون ۽ هاڻ انهن جا مڪ ڏوئڻ اسان جو فرض آهي. هي سڀ اسان جي ماحول جي غلط ڳالهين جي پيداوار آهن. ڪوبہ انسان ڄائي ڄم ڪان دلال يا وئشيا ناهي.“

شانتي ڏان جي شخصيت عجيب قسم جي هئي. ڏگهو سنهو، وار وڏا ۽ سفيد، پهرياڻ ۽ پاجامي منجهہ هو هڪ اٿاهہ سمنڊ وانگر لڳندو هو، جنهن جي مٿاڇري تي ماٺ واسو ڪيل هجي. پر هُو ائين پيو چلي ڄڻ ڪي طوفان پيا پلٽجن. ڳالهائيندو هو تہ محسوس ٿيندو هو ڪو ماڻهو نہ پيو ڳالهائي. پر سندس اندر مان منڀ ۽ ٽڏي پاٽيءَ جا چشما پيا ڦٽن. ڇگَن ۽ منن کي ائين سيني سان لائيندو هو، ڄڻ اهي ٻئي سندس بدن جا حصا هئا. هو ڪچن ذهنن سان ڏگهيون ڪچهريون ڪندو هو ۽ ٻئي پاسي اِهي انسان جيڪي ظاهري طور سماج جي بيڪار عضون مثل هئا، تن جي وڌ ڪٿ ۽ سنوارڻ ۾ رذل رهندو هو.

ورهاڱي جا فساد شروع ٿيا. هندو هندوستان وڃي رهيا هئا. مسلمان پاڪستان اچي رهيا هئا. ٻڌم تہ شانتي ڏان وڃي رهيو آهي. پڇيو سين تہ اُٻاڻڪو ٿي چيائين، ”سنڌ جي حد مان نڪرندي مان مري پوندس، اهو ياد رکجو.“ ڄڻ سنڌ ۾ هن جو ساهہ هو.

ڪراچي اچي مسلمانن وسائي. هن جي خلاف نفرت پکڙبي وئي. شانتي منزل تي پٿر وسايا ويا. انهيءَ ڏينهن شام جو شانتي ڏان هليو ويو. وڃڻ ويل سندس هٿ ۾ صرف ”شاهہ جو راسلو“ هو اسين ڏاڍا رنا هئاسون. هن کي ويندو ڏسي ڪيترا ماڻهو رنا هئا. انهن ۾ اُهي عورتون بہ هيون، جيڪي هن جي آسانگي تي تقدس جي زندگي گهاري رهيون هيون.

ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ خبر پئي تہ گاڏيءَ ۾ ويهندي، جڏهن کوکراپار ڪان سرحد ٽپيو تہ سندس جسم ۾ ساهہ نہ هو. ورهاڱو ٿي ويو. جسم هن پار هليو ويو ۽ روح سنڌ جي ريگستانن ۾ رهجي ويو. اهو شانتي ڏان جو انجام هو. پر هن ويندي مهل اهو بہ چيو هو تہ ”مان جنهن مذهب جو خادم آهيان، سو دنيا جي ذري ذري ۾ ڦهليل آهي. خدمت لاءِ ڌرتي ساري پئي آهي ۽ جڳائي بہ ائين ٿو. پرماتا

جي هنج ۾ ڏاڍي ڇڪ آهي. منهنجي گهٽڻ پائرن ڪي اها ڄاڻ نٿي پوي ۽ نفرت جي آڌار تي ماڻهو ماڻهوءَ کان ڌار پيو ٿئي، پر اصل برائي آهي پريم جي اڻ هوند. جتي پيار آهي اُتي زندگي آهي. ڪو به مذهب پيار جي پرچار جي خلاف نه آهي. ان لاءِ ڪنهن ڪي ڏوهه ڏيان، پنهنجن ڪي يا پراون ڪي. سڀ نيڪ آهي، پر ڌرتي ماتا کان ڌار ٿيڻ ڏاڍو اؤکو آهي.“

ويندي مهل شانتي ڏان، پنهنجي شانتي منزل انهن چئن زالن جي حوالي ڪئي، جيڪي غليظ پيشي کي ڇڏڻ کانپوءِ بي سهارا هيون. هاڻ شانتي منزل انهن جي هئي.

ڪيترا سارا ڏينهن اسان دوست گڏجي شانتي ڏان کي ياد ڪندا هئاسون. اڄ به ريگل سئنيما جي سامهون اڪڙين آڏو ڦري ايندي اٿم. فرق ايترو آهي جو وڏي لوهي دروازي وٽ سنگ مرمر جي ڪتبي تان شانتي ڏان جو نالو ڪنهن ڪرڙي ڊاهي ڇڏيو آهي. شانتي منزل جا لفظ آهن، جيڪي وقت جي دز ۾ جهڪا پئجي ويا آهن.

انهيءَ ڳالهه کي ورهه گذري ويا. تنهن ڏينهن ڪراچيءَ جي رستن تي ٿاٻا جهلي رهيو هئس، جو اوچتو گل محمد سومرو ملي ويو. ننڍپڻ کان وني ڪاليج تائين گڏ پڙهيا هئاسون. سومرو هڪ وڏيري جو پٽ هو، انهيءَ ڪري اڳتي نه پڙهيائين ۽ ڳوٺ هليو ويو. هو به اسان سان گڏ شانتي منزل هلندو هو، پر ڪيس شانتي ڏان جو اوچيون ڳالهيون سمجهه ۾ نه ايندڀون هيون. هو شانتي ڏان کي سدائين چريو سمجهندو هو. پر اڄ هن هنگامن جي شهر ۾ جتي هر انسان اڪيلو پيو ٿاٻا کائيندو آهي، جنهن وٽ اوچو بنگلو مرسدير ڪار، پريل ڪيسو ۽ پر ۾ سهڻي ڇوڪري نه هوندي آهي، ڪو وچڙيل ساٿي ملي وڃي ته خوشيءَ وچان انسان ٽپا ڏيڻ لڳندو آهي. ڏاڍا پاڪر پائي مليو. پنهنجي مرسديز ڪار ۾ ويهاريندي ڏاڍي فخر سان مون کي ڏنائين. ڪوڙي مُرڪ چپن تي تري آيس. ريگل سئنيما جي سامهون لنگهندي پڇيائين، ”شانتي منزل ويندو آهين؟“

”شانتي ڏان ڪونهي ته مان شانتي منزل ۾ ڇا وڃي ڪيان؟“

”شانتي ڏان جون يادون تازيون ڪرڻ لاءِ.“ هو طنز وچان ڪليو.

مون ٻه ڪلي ڏنو پوءِ چيم، ”مون ڪي ماضيءَ جا ڪنڊر ڦلورڻ ۾ مزو نه ايندو آهي، جو فقط دز ۾ ڏوڙ نڪرندي آهي.“

چيائين، ” پر جي هاڻ شانتي ڏان جا ڪنڊر ڪوٽين ته رنگينيون ملنديئي.“

سومري جي ڳالهه سمجهي نه سگهيم. هو ورائي ڪار شانتي منزل آڏو وٺي آيو. ڪار مان لهندي چيائين، ”لهو.“

”ڪيڏانهن؟“ اچرج وچان پڇيم.

”شانتي منزل ۾ وٺيو ٿو هلانءِ.“ وراڻي ڏنائين.

الائي ڇو دل نه گهريو، ”مان ٽيويهن سالن ڪان هتي نه آيو آهيان.“

”اڄ ڪٽي هل.“ سومري زور پريو. هن جي زور پرڻ تي لهي پيم. سومرو گهر جي مالڪ جيان ڪارو لوهي دروازو کولي اندر گهڙيو. الائي ڇو اندر گهڙندي اُداس ٿي پيم. اسان هڪ سهڻي سينگاريل ڪمري ۾ اچي ويناسون. نوڪر سومري آڏو وڃائجي ٿي ويا.

چيم، ”ڪٽي هي گهر خريد ته نه ڪيو اٿئي.؟“

”ائين ئي ڪٽي سمجهه.“ هو شودپائي سان هڪ اک پيجي ڪلڻ لڳو. ڪلڻ تڏهن بند ڪيائين، جڏهن هڪ وڏي عمر جي عورت غرارو سنياليندي پان چٻاڙيندي اندر گهڙي ۽ سومري کي چيائين، ”ڏاڍي راهه ڏيکاريئي.“ وراڻيءَ ۾ سومري ٻڌايس ته مان ڪير آهيان ۽ ڪلي چيائين، ”نئون آهي.“ جواب ۾ پوڙهيءَ ٻه هڪ آواره ٽهڪ ڏنو. پان جي رنگ واڇن ڪي ڳاڙهو ڪري ڇڏيو هيس ۽ ڪوچ تي چڙهي ويهي رهي.

”ناز بيگم ڪو مال ٻال هوندو؟“ هو ڏند ڪڍي ڪليو. مان ڇرڪ پريو. ناز بيگم جو ٽهڪ اندر ساڙي ويو. پاندان ريڙهي آڏو رکيائين. سومري کي پان ڏنائين ۽ ٻيو مون ڏي وڌايائين. چيم، ”مان ڪاوان ڪونه.“ اچرج وچان وراڻي ڏنائين، ڪمال آهي. پان ته اڄ جي تهذيب جو اهم جزو آهي.“

چيم، مان ڪنهن تهذيب جو غلام نه آهيان.“

”سومرو شروع ۾ ايندو هو ته ڪونه کائيندو هو، هاڻ سڄو ڏينهن پيو کائيندو هو .“ ناز بيگم چيو.

تڏهن چيم، ”سنڌ جو هر وڏو ماڻهو چلڪندڙ تهذيب جو غلام آهي ۽ ڪي خرمغز پنهنجي اصل تهذيب جي مقبري جا مجاور آهن.“

سومري نرڙ تي گهنڊ وجهي منهنجي منهن ۾ نهاريو شايد ڪيس منهنجو ڳالهائڻ نه وڻيو ۽ ناز بيگم کي چيائين، ”ڀلا ڪو مال ٻال آهي.“

”هت ڪپي يا...“ ناز بيگم ٿهڪ ڏئي پڇيو.

هڪ ڇوڪري آئي، ڇڻ ڇڻ ڪندي پيت وٽ بيهي رهي. منهنجي نظر پيت تي ان هنڌ وڃي ڪتي جتي اڳ شانتي ڏان جي تصوير ٽنگيل هئي. اجرڪ ڪلهن تي، هٿن ۾ ”شاهه جو رسالو“ هئس. ساڳي گنڀيرتا ۽ خاموش وسيع سمنڊ جهڙي شخصيت اکين آڏو ڦري وئي. انهيءَ ساڳئي ڪمري ۾ غلاظت مان آيل مرد ۽ عورتون نئون جنم وٺنديون هيون ۽ هاڻ ساڳئي هنڌ هڪ رات لاءِ دلين جا سودا ٿي رهيا آهن. هونئن هاڻ اسان جي هن عظيم شهر ۾ تمام وڏا وڏا ڪارخانا کلي ويا آهن، جن ۾ مزدور پنهنجي پگهر جي عيوض پيٽ قوت حاصل ڪن ٿا ۽ ڀئي پاسي انيڪ بنگلن ۾ انيڪ جسم اطلس ۽ ڪيمخواب ۾ ويڙهيل رات جي اونده ۾ جرڪن ٿا ۽ جرڪي جرڪي اُجهامي وڃن ٿا. پهرئين اهي ڏياٽيون ڪن خاص هنڌن تي هونديون هيون ۽ هاڻ محلي محلي ۾ مشعلون ٻرن ٿيون. اُجهامن ٿيون. اونداهي روشني! سومري ڪيسي مان نوٽ ڪڍي ناز بيگم ڏي وڌايا.

اسان شانتي منزل مان ٻاهر نڪري آياسون. چوري رشو به اسان ساڻ هئي. ڏاڍا اوچا ٿهڪ ڏئي رهي هئي. هن جا وار هلندڙ گاڏيءَ ۾ واءَ تي اُڏاٽا پئي، تڏهن مون پاڻ کي شدت سان چرٻٽ محسوس ڪيو هو. سومرو فاتح جيان مون ڏي ڏسي رهيو هيو. سوچيم ته سنڌ جا وڏا ماڻهو هڪ رات لاءِ عورت کي خريد ڪري پاڻ کي فاتح سمجهندا آهن، پر هو پنهنجو پاڻ به فتح نه ڪري سگهيا آهن.

هو سومري سان ڏاڍي بي تڪلف ٿي رهي هئي، ۽ مان پوئين سيٽ تي پوڪن جيان تڪي رهيو هئس. مون پاڻ کي، سومري يا رشوءَ کي اهو ڪتو محسوس ڪيو هو، جيڪو هر ڪنهن غلاظت تي نوس نوس ڪندو آهي. مون کي اُهي عورتون ياد اچي ويون، جن کي شانتي ڏان وٺيا مان عورت جو درجو ڏنو ۽

رستي تي هلندي هلندي مون سومري کان پڇيو، ”هڪ ڳالهه ته ٻڌاءِ. شانتي ڏان جن زالن کي شانتي منزل ڏئي ويو هو سي ته مون کونه ڏٺيون.“

”اجا تائين بالغ نه ٿيو آهين“ سومري چيو، اهي ڪڏهو ڪيون تڙجي نڪتيون. سيٽلمنٽ وارن هندو جائداد هٿ ڪري، شانتي منزل هڪ مسلمان گهراڻي کي الاٽ ڪئي، جنهن رنن کي ڌڪا ڏئي ٻاهر ڪڍيو. پوءِ شانتي منزل ڪيترن هٿن مان گهمندي ڦرندي هاڻ ناز بيگم جي ملڪيت آهي.

”انهن زالن جو ڇا ٿيو جيڪي شانتي منزل ۾ رهنديون هيون.“

”ڇا ٿيندو! هر ڪو ماڻهو پنهنجي اصليت ڏانهن موٽندو آهي، وجي پنهنجي وٽج واپار کي لڳيون هونديون.“ سومرو ٿوري دير ماٺ رهيو، ”پر ڇڏ انهيءَ گهپلي کي . هي معشوق ڪيئن آهي. شانتي ڏان وارن کان ته ڀلو ماڻهو آهي . ماضيءَ کان حال بهتر آهي ۽ مستقبل ته بهترين اٿئي.“

اڳئين موڙ تي مون گاڏي روڪائي ۽ رستي جي روشن ماحول ۾ لهي ويس ۽ ائين لڳم ڄڻ روشني اکين ۾ چڀي پئي.

# من درپن

وشال ڏرتيءَ تي هن پر تائين گونجندڙ پيڙا جو پڙلاءُ.

ساروڻين ۾ جڳن تائين اها ساڳي پيڙا ڇو ٿي رهي نرمل! ـ ساروڻا، جيڪي اسان سارڻ نه چاهيون، پوءِ ڇو ٿا پلا اندر منجهاران ريهءَ ڪري اُڀرن (ساروڻين کي ڪيڏو نه پڙلاءُ آهي). نرمل! ساروڻا هٿ تريءَ جون ريکائون ته ناهن جو ڊاهي نه سگهجن. پوءِ پلا تون ڇو نٿي وسرين بلڪل ائين جيئن تو کي ۽ مون کي، پنهنجي پنهنجي، جنم پل جا ساروڻا ڪينهن.

۽ اڪيلائپ جو گهيرو ڪيڏو نه تنگ آهي (جڻ ڪُن ۾ گهريا پيا هجون جُڳن کان) ڪو دوست، ڪو سنگي ـ ڪو ساٿي، سڀ ڪيڏو ڏُور رهجي ويا، وشال نيري اُڀ جي هن پار. تون به نرمل! ـ ۽ آئون بلڪل اڪيلو سرءُ جي اگهاڙي وڻ سمان.

نرمل ـ او ـ و ـ نر ـ مل.

تون منهنجو ڳالهيون سَلين ڇو نٿي، جڏهن ته هر ڳالهه کي هزارين معنائون آهن. جيئن تنهنجي چاندوڪي رات جهڙِي بدن کي انيڪ روپ آهن. منهنجو روح گڦائن ۾ گم ٿي چڪو آهي. هي منهنجي آخري جنم ـ پل آهي، پوءِ آئون ڪڏهن به هن پونءِ تي موٽي ڪونه ايندوسانءِ. تون ـ مون کي پڪارين ڇو نٿي نرمل (پيڙا جي پڙلاءُ سمان) آئون ـ جو گم ٿيندو ٿو وڃان هوري ـ هوري پُرندو ٿو وڃان. آئون ته موهن جي دڙي جو ڪنڊر آهيان نرمل!.

وسڪيءَ جي پريل گلاس ۾ ليئو پائي ـ هن نرمل کي ٿي پڪاريو.

سگريٽ جي دونهين جي هن پار ـ هن نرمل جا سرخ چپ چمي ورتا هئا ۽ لپ اسٽڪ جو رنگ هن جي چپن تي رهجي ويو هو. (رنگ، جيڪي جڳن تائين رهجيو وڃن). هن نرمل کي انهيءَ ئي گلاس ۾ پري پيئڻ چاهيو هو ۽ هوءَ چپ چاپ هلي وئي هئي. اُج کان نڙي خشڪ ٿي پئي هئي.

ـ ۽ هو بلڪل اڪيلو ـ اڪيلائپ جي گهيرت ۾ گهريل

من ـ درپن تتڻ جو آواز لاڳيتو ٿو اندر منجهاران اُپريس، نر ـ مل ـ او ـ و ـ و۔ نرمل ـ او ـ و ـ و۔

هن پونءِ ڪي پلا ڪو سک آهي؟. ۽ دک جي انهي سلسلي ۾ اسان سڀ گهيرجي ويا آهيون. دک جا گول دائرا ـ ۽ اندر ۾ انيڪ صليب ٽنگيا پيا آهن.۔وک ـ وک تي ـ

دور ـ بيروت ۾ باهه تي دکي ـ

ڀارت ۾ هندو مسلم فساد۔

باهه ۾ ٻرندڙ ايران جي ڌرتي ڏٻي هئي ـ ۽ سڀ موت ڳڙڪائي ويو۔

۽ ـ تون نرمل ! ڪير ڄاڻي بيروت جي باهه ۾ سڙي وئين يا ايران ۾ تنهنجو سَجيل سجايل گهروندو ڪن ـ پل ۾ ناس ٿي ويو ـ ۽ تون ڪنهن ڊنل ديوار هيٺ رهجي وئين. او ـ و ـ نرمل! تون پلا وسرين چو نٿي !!؟؟

سگريٽ جي بوءِ ۾ اُجهامندو ٿو وڃي ـ پُرندو ٿو وڃي.

آئون ـ هن پونءِ تي سڀ ڪا دُکي انسان آهيان. بلڪل اڪيلو ـ جڏهن تنهنجو جهاز ڌرتيءَ تان اُڏاڻو هو ۽ نيڻ نهار ڪان اڳتي وڃي گم ٿي ويو هو ـ تڏهن آءٌ ڪلاڪن تائين بيٺو رهيو هئس. اُپ تي بادل ڦهلجي ويا هئا ۽ آئون پولارن ۾ توکي ڳوليندو رهيو هئس.

هن لمحي تون ڪٿي آهين نرمل ـ سڄي پونءِ تي باهه تي دُکي.

هي چنڊ وري ڪڏهن نہ اُڀرندو

هن رات کي اڄ تہ وسڪيءَ جي ڍُڪ سمان

ڳيت ڏئي پي ڇڏيون

سمنڊ ڪناري ـ واريءَ تي

هڪ ٻي جان ناءَ لڪندا رهون.

Oh! My friend come Back, come back.

وشال نيري آڪاش تي ـ ٽيڙو ٿو ٽمڪي، جيئن تنهنجي نيڻن ۾ ٽيڙو ٽمڪندو آهي.

تو کي ياد آهي سکر جي اها بيحد اُداس رات . نرمل! . تو چيو هو . ”تون منهنجن سپنن جي سُندرتا آهين.“ انهيءَ پل آسمان تي انيڪ تارا ٽي جرڪيا ۽ جڏهن هڪ تارو اُجهاڻو هو. تڏهن تو چيو هو، ”اهو اجهاڻل تارو . آئون هيس. “

”نہ آئون هئس .“ مون چيو هو.

هن پل . جڏهن انيڪ تارا منهنجي اندر ۾ اُجهامندا ٿا وڃن . تڏهن آئون سوچيان ٿو تہ اهو اُجهامندڙ تارو بہ آئون هوندس.

گذري ائين ٿي رات وئي . ٺَن مان نہ تنهنجي تات وئي.

منجا پرين . اوبانورا . او سانورا، جهونگاريندي . جهونگاريندي انيڪ ساروڻا ورائي ويا اٿس .

اجا رات ڪيڏي ڏِکھي آهي . منهنجي ٻانهن ۾ هلي آ . نرمل!

زندگي نانءُ آهي انهي پل جو، جيڪو گذري ٿو تنهنجين هٿ ريکائن ۾ ۽ . اهو پل ڪڏهن بہ تہ نہ آيو هو . هن جي ڪنهن بہ جيون ۾ . پل ۾ . صديون . يُگ . جنم اڳ

اهجهامندڙ نماشام جو پهريون پل.

نرمل کي، سريل جي وڻ هيٺ، ميل جي سفيد پٿرن سمان، بلڪل تنها ڏٺو هئائين.

. عابد! . هوءَ تنهنجي ڪنوار . سريل جي وڻ هيٺ (من . پنيرجي پيو هئس).

ٻرانگهون پريندو . سَريل جي وڻ هيٺ، هن جي بيحد ويجهو اچي بيٺو هو . ايترو ويجهو جو نرمل کي هن جو ساهه پنهنجي مک تي سُرندو محسوس ٿيو هو. هوءَ لپ اسٽڪ جي رنگ وانگر سرخ پئجي وئي هئي. سَريل جي انهيءَ وڻ هيٺ هن نرمل جا چپ چمي ورتا هئا ۽ ڪيترا رنگ سندس چپن تي رهجي ويا هئا.

”مون سان اُپ جي هن پار . هلي هل نرمل!“

” چا آهي . اُپ جي هن پار؟“ هن جي ٻانهن ۾ گلاب جي سرخ پنکڙين وانگر هڪ . هڪ ڪري وکرندي ٿي وئي.

”هڪ ننيڙو سکيو ستابو گهروندو ؛ هلندئين نہ نرمل!“

اُپ تي تارا ٿي جرڪيا . روح ۾ ڦهليل بليو روشنيءَ ۾ هن نرمل کي ٿي ڏٺو، جنهن چلڪڻ ٿي گهريو ۽ ڪيترا رنگ هن جي سرخ لپ اسٽڪ لڳل چپن تي ڇهڻيا پيا هئا. ۽ هو اُهي سمورا رنگ، هڪ هڪ ڪري، پنهنجن بي رنگ چپن تي سجائيندو رهيو هو.

”چور!“ هوءَ ائين ڪلي . ڄڻ دُور . ڪٿي ڪو ساز وڄندو هجي. الله . هو . هو . ،

الله هو. هو . هو.

برسات جون انيڪ بوندو مٿانس اچي ڪريون هيون، ٽپ ٽپ، ٽپ.

بليو روشنيءَ ۾ جرڪندڙ، نرمل جي سُندر پاڇولي تان سٽ ڏئي . ڪاري ، اُماس رات جهڙي ساڙهي ڇڪي ورتي هئائين. دُور . اُپ جي هن پار ڪو سڏڪو اُڀريو هو. ’ڪنهن جو هو اهو سڏڪو!‘ (هو ڄڳن تائين سوچيندو رهيو هو) اڄ به وسڪي جي ڀريل گلاس منجهاران اهڙا انيڪ سڏڪا اڀرندا آهن . ۽

۽ . هو پگهريل ميڻ بتيءَ وانگر اُجهامي ويندو آهي

نرمل . هن جي زندگيءَ جي الاءِ ڪائين عورت هئي.

هر عورت جو بدن هڪجهڙو ٿيندو آهي.

ساڳي خوشبو

پر . نرمل . جنهن ۾ هڪ ئي وقت ڪائنات جا سيئي رنگ ۽ روپ هيا.

نرمل . جيڪا سندس حواسن تي ڇانئجي وئي هئي.

ن . ر . م . ل . او . و . و . و.

انيڪ ڏينهن ڪان پوءِ.

انهيءَ ئي سَريل جي وڻ هيٺ وينل ڏٺي هيائين (ڄڳن جي بيمار ٿي لڳي) هو. چپ چاپ سندس پويان اچي بيٺو هو.

هن، اُپ جي هن پار ٿي ڏٺو (ڇا آهي اُپ جي هن پار؟. هڪ ننڍڙو سجايل . سنواريل . سکيو . ستابو گهرندو )

۽ هو چپ چاپ هليو آيو هو ۽ نرمل کي ڪل ئي ڪانہ پئي هئي.

هو . اُماس راتين ۾ سوچيندو هو تہ پلا ڇا ٿي ڏٺو هن، ائين اُپ جي هن پار .

پوءِ گڏيءَ جي برٿ ڊي تي.
پاپيءَ جي بيڊ روم ۾ ؛ ڪيس اڇي رئي ۾ ويڙهيل سيڙهيل نماز پڙهندي ڏٺو هيائين . ايڏي شوق سان . ڄڻ خدا کي ڏسندي هجي ۽ هو . پر ۾ . پٺ تي ويهي رهيو هئس ۽ . جڏهن سلام واري هن کي ڏٺو هيائين . تڏهن، ڏسندي ئي رهي هئي. انيڪ پل 'مون لاءِ به دعا گهر نرمل!' . زندگيءَ ۾ پهريو ڀيرو . ڪيڏي سچائيءَ سان هن روئڻ چاهيو هو، نرمل جي بوٽ تي سر ڏري.
۽ . هو ٻنهي هٿن ۾ مُک لڪائي روئي پئي هئي . " تون . تون . هليو وڃ هتان . هليو وڃ" چري ٿي پئي هئي چا! (هن اڪيلائپ ۾ سوچيو هو) ۽ نرمل جي انهن انيڪ سڏڪن جي موٽ ۾ هو وڪري پيو هو.
"نر . مل! . سچي، آئون ڏاڍو برو آهيان. ڏس توکي هٿ ٿو ٻڌان (هن هٿ جوڙيا هئا) آئون انهيءَ رات توکي ڏسي . الاءِ ڇو وس ۾ ڪونه رهيو هئس . تون . مون لاءِ ڪائنات جي سڀ کان مقدس عورت آهين . نرمل! مون کي معاف ڪندينءَ . آئون تنهنجو گنهگار آهيان نه "
"منهنجي ڪنوار نه ٿيندينءَ نرمل!" هو سچ پچ هن جي اڇي رئي جي پلاند ۾ مُک لڪائي روئي پيو هو هي ڇوڪريون ايڏو جلد ڇو پُرڻ لڳنديون آهن.
. نرمل کان پوءِ . هن کي سڀ عورتون ڪوڙ ۽ ڏوڙ پاسنديون هيون.
پوءِ . هوءَ هن کي روئندي ڇڏي . روم کان ٻاهر نڪري وئي هئي . هو پنل اڪين سان فرش تي وڇايل مُسلو ڏسندو رهيو هو، جنهن تي هوءَ پنهنجي عبادت جا نشان ڇڏي وئي هئي. ڪيڏو چاهيو هيائين ته انهيءَ مُسلي تي ويهي . اهو هڪ گناهه بخشرائي . اهو گناهه جيڪو ، هڪ بيحد اُداس رات، نرمل جي بدن جي سُندرتا، پنهنجي هٿ . ريڪائن ۾ سجائڻ جي عيوض مليو هئس.
. الا . ايڏو . ڪلاپ
هن لائٽ آف ڪري ڇڏي هئي ۽ ڪلاڪن تائين دريءَ وٽ سگريٽ پيئندو رهيو هو ( ۽ پل پل ڪري ڌُڪندو رهيو هو) ٻاهر لان ۾. برٿ ڊي مهل سيني ٿي سندس پچا ڪئي، هن پنهنجو نانءُ ڪيترا ڀيرا ٻڌو هو. پر . ڪوبه سڏ ڪونه ڏنو هئائين.

لان ۾، ٿوهر جي ٻوٽن وٽ . هو سيني کان الڳ ٿلڳ بيٺي رهي . هو چپ چاپ بند دريءَ جي شيشي مان هن کي ڏسندو رهيو. ڪيترا پل . ڪيترا پهر . ۽ پوءِ .

نشي ۾ الوٽ

روم ۾ ڦهليل چوڏاري سگريٽن جا اڌڙ

ماچس جون تيليون . ڪيترو چاهيو هئائين ته ڪنهن هڪ تيليءَ سان پاڻ ساڙي ناس ڪري . زندگي . موت

اهو به ته موت هيو . زندگي ته اها آهي جيڪا نرمل جي ڇانوَ ۾ گذري.

پلا انهيءَ ۾ ڇا هيو جو هن نرمل جي ڪنواري بدن کي (نرمل جي نه چاهيندي به) انيڪ روپ ڏنا هئا. (هي عورتون . بدن جي پوترتا لاءِ ايڏيون ڇتيون ڇو آهن . پر . نرمل ته اڄ به مون لاءِ . ساري لوڪ لاءِ پوتر آهي). ويهاڻي پُسي پيو هئس.

پاڻس جي گهر وڃڻ ڇڏي ڏنو هئائين (جتي نرمل جو واسو هو) اُتي مٿان ڪنهن پل . سَريل هيٺ . اُمالڪ هوءَ ليپي پوي

۽ . پوءِ هڪ رات فون جي ريهه . سانت جو سينو چيريندي . سندس ڪنن ۾ ٻُرڻ لڳي هئي . مُک تاڻجي ويو هئس . سَٽ ڏئي ڪريڊل تان رسيور ڪنيو هئائين.

هُن پار . پاپي هيس

”عابد! . پليز . هينئر . هن لمحي . هليو آ .“ فون جي هُن پار پاپيءَ جو سُڏڪو اُڀريو هو ۽ هو من ئي من ۾ سجو سَراپجي ويو هو . نرمل کي نه ڪجهه ٿيو هجي. هن بن ته هو مري پوندو. ناس ٿي ويندو . ”ڇا ٿيو پاپي؟“ جيئن تيئن ڪري اُهي ٽي لفظ اُڪليا هئس.

”نرمل . ننڊ جون گوريون کاڌيون آهن“ هوءَ فون تي روئي پئي هئي.

فليٽ جو در ڪليل ئي ڇڏي . لفٽ بدران . انين ماڙ تان . ڏاڪڻين مٿان ڊوڙندو لٿو هو. ڪيترين ٽيڪسيون پرسان لنگهي ويون هئس ۽ هو ڇؤواٽي تي . ڪنهن ميڙي ۾ وڃائجي ويل ٻار وانگر روئي پيو هو.

هاسپيٽل ۾ . نرمل جي سيرانديءَ بيهي . جڏهن هن ڏانهس نهاريو هو تڏهن . دُور . ڇڻ ڪنهن مندر ۾ گهنڊ ٿي وڳا.

”ڪيئن آهين . نر . مل“. هن الاءِ ڪائون سگريٽ دکايو هو ۽ . نرمل اڪيون پوري ڇڏيون هيون . شايد هن جو مُک ڪونہ پسڻ چاهيو هئائين.

”آئون هن پونءِ تي سپ ڪان بدصورت شيءِ آهيان نہ . نرمل“ هو ٻارن وانگر اُداس ٿي پيو هو . نرمل جو مُک تاٽجي ويو هو . پيلي پئجي وئي هئي، سرءُ جي پيلي پن وانگر. ”چو آيو آهين تون . نفرت آهي مون کي تو کان . آئي . هيٺ يو.“.

ڪيترا لڙڪ . ڪيترا دُک ۽ پيڙائون نرمل جي نيٽن ۾ ڦهلجي ويون هيون.

هن کي ٻلا کهڙي ڳَل تہ ڪيترا هاجا هئا نرمل جي بند اکين ۾

”ڪڏهن بہ مون سان پيار نہ هُيئي . نرمل آئي . آئي . لو . يو . ن . ر . م . ل .“ ٻرندر سگريٽ هن جون آڱريون ساڙڻ لڳو هو.

”نہ .“ نرمل جي اها هڪڙي نہ (جنهن ڪٽس پاتال تائين لوڏي ڇڏيو هو)

ٻُڌي . موتي آيو هو . ۽ . نرمل پڪاريو بہ نہ هئس

۽ هن جي جيئڻ جا سيئي ڪارڻ اٽپورا رهجي ويا هئا

ٻلا ڪهڙو ڪارڻ هو هن وٽ جيئڻ جو . هينئر هن لمحي . هن پل

زندگي تو بن . سنڌ جون پٿون ۽ بر آهي

زندگي تو بن . اُماس رات آهي نرمل!

تن ڏينهن جڏهن هو هاسپيٽل مان موٽيو هو ۽ نرمل ڪيس پڪاريو بہ نہ هو

هو نشي ۾ الوٽ پيو هوندو هو

سڄو ڏينهن پنهنجي پاڻ سان پيو وڦلندو هو

وشال نيري آڪاش تي . جي ڪو تارو اجهامندو هو تہ . اهو اجهاٽل تارو پنهنجو پاڻ ياسندو هئس . تن ڏينهن هن جي پلنگ وٽ پيل Dust bin سگريٽ جي اڏڙن ۽ ماچيس جي تيلين ۽ ڦاٽل ڪاغذن (جن تي هن نرمل لاءِ خط لکي ۽ ڦاڙي ڇڏيا هئا) سان پرجي ويو هو . تن ڏينهن . روز رات جو . ڪا نہ ڪا عورت بيڊ روم ۾ سجائيندو هو . ڪتي بہ سڪون ڪونهي . نر . مل!

هوءَ . جيڪا اهو سوچي آئي هئي تہ هو هن جو انگ انگ ڦلوريندو . سا ڪيڏو هار سينگار ڪري آئي هئي . پر هو . هن جي اگهاڙي بدن تي ڪنڌ لاڙي روئندو

رهيو هو ـ لڙڪ ـ جيڪي عورت جي بدن ۾ جذب ٿيندا ٿي ويا ـ هر لڙڪ جي ڪا نہ معنيٰ هوندي آهي ـ ڪو نہ نانءُ هوندو آهي.

”ڇو ٿو روئين؟“ هن جي روئڻ تي ـ عورت ڪيڏي ناگواريت محسوس ڪئي هئي.

اگھاڙي بدن تي لڙڪ نہ ڪونہ لاڙبا آهن ـ اتان نہ رنگ چورائبا آهن پر ـ هو روئندو رهيو ـ

”ڇو ٿو روئين؟“

”مون کي نرمل ٿي ـ ياد اچي ـ“ هو نشي ۾ وڦلڻ لڳو ـ ”هن کي مون سان نفرت آهي نہ ـ ان ڪاڻ روئان ٿو ـ نہ روئان ڇا؟ ٻڌ! اوهين عورتون ڪپڙن ۾ اندران هڪ جهڙيون آهيو ـ پر ـ اوهان جي آتما ۾ هڪ جهڙو حسن ڇو ڪونهي ـ اوهين سڀ بڪواس آهيو ـ آئي هيٽ ـ يو ـ“ عورت جو مُک تاڻجي ويو هو ـ ”تون بہ جڏهن هتان ويندينءَ نہ مون کان نفرت ڪندينءَ نہ ـ“ هو سڏڪيو.

هو روئندو رهيو ـ ۽ جڏهن صبح ٿيو هو، تڏهن هوءَ هلي ويئي هئي ـ

ٻيءَ رات ـ هن هڪ ٻي عورت بيڊ روم ۾ سجائي هئي

ڪابہ نہ نرمل ڪانہ نڪتي

سڀ محض عورتون هيون ـ شوپيس ـ سجيل سنواريل

پر نرمل ڪابہ ڪانہ هئي ـ پر ـ نرمل بہ نہ عورت هئي نہ ـ

ڪيترين جون ساڙهيون هن سَٽ ڏئي لاٿيون هيون ـ پر ڪنهن بہ نہ اهو سُڏڪو نہ پريو هو ـ جيڪو سڄيءَ پونءِ تي (هن پر ڪان هُن پر تائين) پيڙا جو پڙلاءُ بڻجي گونجيو هو ـ ڪنهن بہ نہ هن ڪان نفرت جو اظهار نہ ڪيو هو.

ـ هو دڪندو رهيو.

دڪي ـ سڙي ـ رک ٿي ويندو ـ ناس ٿي ويندو

يا ـ هڪ اداس رات ـ گورين لپ ڦڪي مري ويندو

دُور ـ اُپ متي چنڊ ٿو جرڪي

آئون توکي گلاب چپن سان چمڻ ٿو چاهيان

آئون ـ رڻ ۾ جُڳن کان ٿو رلان

پر چنڊ ڪڏھن بہ ڌرتي تي لھي نہ سگھندو
اچ تہ ۔ ھن لوڪ کان ڏُور
ھڪ ننڍڙو گھروندو جوڙيون
جتي ڪوبہ پاڻ کي لڪائي نہ سگھي
اچ تہ ھڪ ٻي ۾ گم ٿي وڃون

Oh! My friend come back, come back.

پاٽس کي ڪيڏو ڏک ھو سندس نہ اچڻ جو
گڏي انيڪ ڏينھن بيمار ھئي پر ھو ڪونہ ويو
نرمل آپگھات ڪيو ۔ انيڪ ڏينھن ھاسپٽل ۾ رھي ۔ پر ھو صرف ھڪ وار ويو (ھاڻ ھو چا چوي ھا تہ اھو ھڪ وار ھن لاءِ ڪائنات جو سڀ کان وڏو ھاجو بڻجي پيو ھو) ٻيو نہ تہ پاپيءَ جو ئي خيال ڪري ھا، جنھن جي ھوءَ پيڻ آھي.
اسان ۔ لوڪ ڪاڻ ٿا جيئون
لوڪ ڪاڻ ٿا مرون
لوڪ سان گڏ نہ ھلون تہ ڪيڏا ڏوراپا گڏ ٿيو پون
ھڪ گرم ٻنپھرن جو ھو پاٽس جو گيٽ اورانگھي اندر گھڙيو ھو
وراندي ۾ لڳل مني پلانٽ جا پن پيلا پئجي ويا ھئا ۔ ڪير بہ نہ ھو ۔ بس پٽ تي ۔ ھڪ ڪارو ڪانگ ڪنڌ نوايو ويٺو ھو ۔ موٽي وڃڻ چاھيو ھئائين.
ڪاش ۔ ڪنھن روم مان ۔ ڪنھن وڻ جي پوپان کان ۔ ڪنھن ڪنڊ پاسي کان ھوءَ نڪري اچي (نہ چاھيندي بہ اھا خواھش من ۾ واسو ڪرڻ لڳي ھئس ) ۽ ۔ جڏھن ھو واپس موٽڻ لڳو ھو تڏھن پاٽس جي ڪار اندر گھڙي ھئي ۔
ھن کي ھروڀرو ۔ نہ اچڻ جي معافي وٺڻي پئي ۔ پاٽس کان. پوءِ ۔
پوءِ ۔ ھو سيني جي وچ ۾ ويٺو ھو ۔ پر ھوءَ ڪانہ ھئي
نہ ئي ھن جو ڪو آواز ۔ ڪو پاڇولو بہ نہ ھئس ۔ ٻاھر رات ڦھلجي وئي ھئي ۔ ڪيڏانھن وئي ھلي ھوءَ؟ ۔ (ھو پل ۔ پل ۔ سوچيندو رھيو) ڪوچ کي ٽيڪ ڏئي اکيون پوري چڏيون ھيائين ۔ پاپي شڪايتون ڪندي رھي سندس ھاٺوڪي ورتاءَ جون (ھن کي پلا ڪھڙي ڪَل تہ ھڪ رات ۔ بيوس ٿي مون سندس پيڻ جي

چانڊوڪي رات جهڙي سُندر بدن تان ڪاري اُماس رات جهڙي ساڙهي سَٽ ڏئي لاهي ورتي هئي)
۽ هوءَ هٿن ۾ مُک لڪائي روئندي رهي هئي
مون هن جي بدن جا سمورا رنگ چونڊي ورتا هئا
. ۽ هاڻ آءٌ هن لاءِ پل . پل ٿو ڏُکان . سگريٽ وانگر . پاپيءَ جو آواز ڏُور ٿيندو ٿي ويو ۽ هو پريل ڊرائينگ روم ۾ بلڪل اڪيلو رهجي ويو هو . هن جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ اٽڪيل سگريٽ . هوريان . هوريان دکندو رهيو هو
ن . ر . م . ل . ا . و . و . و
اندر منجهاران مسلسل سڏ ٿي اپرياس ۽ انهيءَ پل بتيون اُجهامي ويون هيون . روم ۾ ڪيترا آواز بتيون اُجهامڻ تي تبصرو ڪرڻ لڳا . پاپي . پاءُ . گڏي . منو ۽ . انيڪ آوازن ۾ اُمالڪ هن جو به آواز اپريو هو . هن بند اکيون پٽي ڇڏيون هيون. ڪيترا پل هوءَ هن کي نظر نه آئي هئي (۽ ڪيترا پل نرمل کي به هو نظر نه آيو هو . نه ته جيڪر روم مان هلي نه وڃي ها . جن کان نفرت هجي . انهن آڏو هڪ پل به جبل جيڏو ٿيو پوي . جن سان اٿاهه پريم هجي . انهن آڏو پل به ڪيترا ننڍڙا ٿيو پون)
پوءِ هن ڏٺو هو .
هن ٽيبل تي ميڻ بتيون ٻاريون . ميڻ بتين تي نميل هن جو مُک ڪيڏو اُداس ۽ بيمار ٿي لڳو . سرءُ جي پيلي پن سمان .
هن تي پن . ڇڻ جي رُت جو گمان ٿيو هئس
هوءَ شايد ڪنهن شاديءَ تان موٽي هئي . ميڪس لڳل ڪاري ساڙهيءَ ۾ . هوءَ .
۽ هن کي اها ئي اُماس رات جهڙي ڪاري ساڙهي ياد اچي وئي هئي . جيڪا . سگريٽ فلٽر تائين دکي دکي هاڻ هن جون آڱريون ساڙڻ لڳو هو . ۽ . جڏهن هوءَ اُتي آئي . ميڻ بتيءَ وٽ . هيٺ غاليچي تي ويهي رهي هئي . تڏهن اهو سوچي هن جو ساهه منجهڻ لڳو هو ته . جيڪر هوءَ ڪٽس ڏسي وڃندي ته . اتي هلي ويندي ۽ هو انيڪ ماڻهن جي وچ ۾ بلڪل اڪيلو رهجي ويندو.
انسان جي اندر جي اڪيلائپ ڪڏهن به ناهي پربي

ن ۔ ر ۔ م ۔ ل ۔ آئون اندر ئي اندر ڪيڏو اڪيلو آهيان ۔ جُڳن کان
۔ تون تہ مون لاءِ ڪالي داس جي شڪنتلا آهين نرمل راڻي! تَن جي بُک کان اڳتي آتما جي اُڃ بہ تہ ڪجهہ آهي ۔ توکي پلا ڪهڙي ڄاڻ تہ انهيءَ رات تنهنجي اندر ۔ تهائين اندر ۔ مون پنهنجيءَ آتما کي ڇُهي ورتو هو ۔ اُڄ ۽ تؤنس کان آئون نِستو ٿي پيو هئس (هو من اندر بيحد اُداس ٿي سوچڻ لڳو)

نر ۔ مل ۔ را ۔ ڻي!

هوءَ هن کي ٽِڪ ٻڌي ڏسندي رهي ۽ پگهر جون ڪيتريون بوندون هن جي نرڙ تي جرڪيون ۔ ٻاهر برسات ٿي پئي ۔ تارا سيئي اُجهامي ويا آهن ۔ اونداهيون اسان جي اندر ۾ بہ تہ وک وک تي ڦهليل آهن ۔ پوءِ اسان ٻآهر جون اُونداهيون پَسي ايڏا اُداس ڇو ٿي ويندا آهيون؟ ڪيڏو شور آهي ڊرائينگ روم ۾ ۔ ۽ ۔ هوءَ ميڻ بتيءَ جي پيلي ڇانوَ ۾ ويٺي آهي ۔

۽ ۔ جڏهن پاپي ۽ پاءُ ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر هليا ويا هئا ۔ گڏي ديوان تي سمهي رهي هئي ۔ منو الاءِ ڪهڙيءَ ڪنڊ پاسي ۾ هو ۔

۔ ۽ مون هڪ نئون سگريٽ دُکايو هو ۔ تيلي ٻرندي رهي هئي ۔ ڪي ڪن ۔ پوءِ اٽپورين خواهشن وانگر ۔ پاڻ ئي اُجهامي وئي هئي.

دريءَ کان ٻاهر ڪي ڪن ترسي ۔ وڄ جي بليو روشني ٿي ڦهلجي وئي ۔ اها بليو روشني ۔ جنهن ۾ اسان پل اپل لاءِ هڪ ٻي کي ڪيڏو چٽو ٿي ڏٺو.

۔ تڏهن نرمل! ۔ آئون ڄڻ پُرندو ۔ وکرندو تو آڏو اچي ويٺو هئس

”نر ۔ م ۔ ل!“

۔ تون چپ چاپ اُپ جي هن پار ڏسندي رهي هئين ۔

”ڇا ٿي ڏسين ۔ نر ۔ مل!“

”هڪ سکيو ستابو گهروندو ۔“ ڪيترا تارا ۔ ڪيترا لڙڪ ٿي تنهنجن نيڻن ۾ جرڪيا ۔ ”تنهنجن نيڻن ۾ تيڙو ٿو ٽمڪي ۔ تون مون لاءِ ڪالي داس جي شڪنتلا آهيان ۔ ڏس نرمل ۔ آئون تو آڏو ۔ هن ميڻ بتيءَ وانگر پگهرندو ٿو وڃان ۔ اُجهامندو ٿو وڃان ۔ ڏس آءٌ جُڳن کان تو آڏو روئڻ ٿو چاهيان ۔ پر ۔ روئي نٿو سگهان ۔ آئون ۔ آئون انيڪ عورتن جي بدنن ۾ ۔ شراب جي انيڪ گلاسن ۾ ۔

سگريٽن جي اَٿاهہ دونهي ۾ ورهائجندو ٿو وڃان . پر . ڪٿي بہ تنهنجي خوشبو ناهي . آئون تنهنجيءَ ڇانوَ ۾ جيئڻ چاهيان ٿو . ن . ر . م . ل . ا . و . و . ن . ر . م . ل“

”تون هليو وڃ هتان . پليز . عابد!“ ايڏي پيڙا ڇو هئي تنهنجي آواز ۾؟ ”توکان اڳتي ڪوبہ تہ گس ڪونهي . آئون تہ . نرمل . انهيءَ هڪڙي ڏڳ تي ڄُڳن تائين بيهي ليڪا پائڻ ٿو چاهيان . جيڪو . تو تائين وڃيو پڄاڻي ڪري . نرمل! تون ٻڌي رهي آهين نہ . تو پنهنجن ڪنن ۾ آڱريون ڇو وجهي ڇڏيون آهن؟ مون کي ٻڌين ڇو نٿي؟ آئون ڪيڏو بہ برو سهي . پر . منهنجي اندر . ڪنهن ڪنڊ ۾ . هڪ خوبصورت انسان بہ تہ آهي . نرمل . راڻي .“

”تو ڪڏهن آڪاش تي اُجهامي ويل تارا ڏٺا آهن . عابد!“ هوءَ دريءَ وٽ اچي بيٺي هئي . ۽ دري کولي ڇڏي هيائين . ”آئون بہ انهن تارن سمان آهيان . جيڪي آڪاش تي هوندي بہ . اُجهامي ويندا آهن . پر . پر . مون تہ . اُجهامڻ نہ چاهيو هو عابد!“

ڪليل دريءَ مان . برسات جون بوندون اندر اچي هن جو ميڪ اپ ڪيل مُک پسائڻ لڳيون هيون . ”هاڻ تہ مون ۾ آرسي ڏسڻ جي سگهہ بہ ڪانهي.“ شايد هوءَ رُني ٿي من اندر ۾ انهيءَ پل . عابد . آخري سگريٽ پاڪيٽ مان ڪڍي دکايو هو. دريءَ جي هن پار . لان ۾ بيٺل . انيڪ اوچا . اوچا وڻ . برسات جي انهيءَ اُنداهي رات ۾ ڪيڏا پوائتا ٿي لڳا . جڻ . انيڪ بدروح هوريان هوريان جهومندا هجن . هو چپ چاپ . دريءَ جي هن پار ڏسندو رهيو هو

”عابد! تون بہ مون لاءِ انهن پوائتن وڻن سمان آهين . جن کي برسات جي اونداهي رات ۾ ڏسي، من اندر ئي اندر سراپجي وڃي . ۽ . دل . بي اختيار دري بند ڪرڻ تي چوي.“

. انهيءَ رات هن بي انداز پيتي هئي

گلاس ۾ وسڪي ۽ لڙڪ گڏيندو رهيو هو

انهيءَ رات هن سندس ڊرائينگ روم ۾ سجايل سيئي خوبصورت مورتيون پيچي پورا ڪيون هيون ۽ . پوءِ هيٺ غاليچي تي اونڌو ڪنڌ ڪري ڪِري پيو هو

فجر مهل جڏهن مسجدن ۾ بانگون ٿي آيون . تڏهن هو نشي ۾ الوٽ . گيلريءَ ۾ اچي بيٺو هو ۽ خدا سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو هو.

اُماس جهڙي رات . ڪاري ساڙهي . اچ تہ پنهنجي مٿان تاڻي سمهي پئون.

ٻڌ . دُور . قيامت جي اچڻ جو آواز . سڀ ڪجهہ ناس ٿي ويندو ايندڙ لمحن ۾ .

عورت جي بدن تان ڪاري ساڙهي ڇڪي هن مُک تي تاڻي ڇڏي هئي . جيئن ننڊي هوندي رات جو . جنن ڀوتن جي خيال کان سراپجي پنهنجي مٿان رلي تاڻي ڇڏيندو هو.

”رشي! تون نرمل تہ ناهين، پر . اچ رات مون لاءِ نرمل بڻجي پئو . آئون توکي پوري . پوري قيمت ڏيندس.“ ۽ هو ٽيبل تان وسڪيءَ جو ڀريل گلاس کڻي پيئڻ لڳو .

آئون . تنهنجي نانءُ اچ پنهنجو پاڻ فنا ٿو ڪريان

جبلن جي هن پار

جڏهن سج ٻڏڻ لڳندو

تڏهن . تنهنجي روم جي ديوارن تي منهنجا پاڇولا ڊگها ٿيندا ويندا

پوءِ تون . ڪن . پل لاءِ ئي سهي

چو نٿي مون کي چاهين؟

Oh! My friend come back, come back.

هوءَ جا هڪ رات لاءِ سندس بستري تائين آئي هئي . تنهن سندس چپ چُمي ورتا هئا .

”آئون . نرمل آهيان . آئون توکي جُڳن کان چاهيندي ٿي اچان . آئون . رات جي اڪيلائپ ۾ تنهنجا سپنا ڏسندي آهيان (عورت . هن جا دک وندڻ لاءِ . ڪن . پل ۾ انيڪ ڪوڙ ڳالهايا هئا) تون . منهنجن سپنن جي سُندرتا آهين!“ گهٽو گهٽو اڳ نرمل بہ ساڻس اهي ڳالهيون ڪيون هيون . ڪوڙ . سچ . انهن جي ڪٿ هو ڪڏهن نہ ڪري سگهيو . هن جو اندر سگريءَ جي اڱارن سان دکڻ لڳو .

”بڪواس . بند . ڪر . بڪواس بند ڪر . بند ڪر . بند . ڪر . ڪر . ڪر .“

وسڪيءَ جو خالي گلاس. عورت جو جرڪندڙ بدن اُڪري پٽ سان وڃي لڳو هو
۽ پور پور ٿي غاليچي تي ڦهلجي ويو هو
من. درپن پڄي پورا ٿيو هو
ٽڪر. چار سُو ڦهلجي ويا هئا
هو. عورت جي ڪاري ساڙهيءَ ۾ مُک لڪائي رُئندو رهيو. عورت کي پهريون
ڀيرو ساڻس همدردي محسوس ٿي رهي هئي. هوءَ متانس ائين نمي وئي هئي،
جڻ سندس جيون ساٿياڻي هجي (نرمل ته پوءِ به هوءَ بڻجي نه سگهي هئي.)
”تون. ڇو ٿو روئين؟“ هن جي وڪريل وارن کي آڱرين سان سنواريندي عورت
پڇيو هو.
”اوهان عورتون ڪيڏن اندران بلڪل هڪ جهڙيون آهيو. پر. پر. اوهان جي آتما
۾ ڇو هڪ جهڙي خوشبو ناهي؟“
”سچاڻپ آتما سان نه پر تن سان ٿيندي آهي. پلا توکي کهڙي کَل ته ڪيڏي
ڏکهي پلصراط تي ٿي منهنجي آتما هلي ۽ ڪيڏي بي نانءُ (انيڪ نانوَ هوندي به)
آهي منهنجي آتما. تون. تون پنهنجيءَ آتما کي سڃاڻين ٿو. کهڙو نانءُ آهي
تنهنجي آتما جو؟.“
هوريان هوريان عورت جون اکيون آليون ٿينديون ٿي ويون
الاءِ کهڙو دک ٿي هن جي من ۾ سگريءَ جي اڱارن وانگر دُکيو،
هن ساريءَ پوڻ تي ڪيترا دک
God !Oh (خداوندا!) ڪيترا دک آهن تو وٽ. جيڪي تو اسان سيني جي اندر ۾
پري ڇڏيا آهن. ته به. نٽا ڪٽن. وڏندا ٽا وڃن.
عورت جي بدن تي سندس ڪنڌ لاڙيو پيو آهي. هوءَ آڱرين سان سندس وارن کي
پئي سنواري. اسان جنم. پل ڪان پيار جي ڪنهن هڪ پل لاءِ ٽا واجهايون.
جنم. جنم جا ناتا ڪن. پل ۾ ڪوڙا ٿي پوندا آهن. ۽. پل اپل جا ناتا ڇو جيئڻ
جو ڪارڻ پيا پاسندا آهن. (نرمل ساڻ به ته منهنجا جنم جنم جا ناتا هئا.)
زندگي. ۽ زندگيءَ ڪان پوءِ آهي موت جو اکٺ سلسلو.

ڇا هيءَ هڪ رات جي عورت موت جي سلسلي تائين منهنجا لڙڪ اگهندي رهندي . پر هن کي ٻين جا ٻہ تہ لڙڪ اگهڻا هوندا . پر . آئون تہ نرمل جي ڪلهي تي ڪنڌ لاڙي روئڻ ٿو چاهيان .
نرمل جي تن جا رنگ چونڊي مون تہ آتما کي ڇهڻ چاهيو هو . تن ۽ آتما ۾ ڪيڏي وڇوٽي آهي .

صبح جو جڏهن هن اک پٽي هئي . ۽ سوچ جا ڪرڻا مٿانئس اچي ڦهليا هئا رڌڻي مان ٿانون جو ٺي آواز آيو . هن اکيون پوري ڇڏيون هيون .
نرمل . اچي وئي آهي منهنجو گهر آباد ڪرڻ لاءِ . نرمل توکي نيٺ بہ اچڻو هو رڌڻي ۾ ڪو . ڪوپ يا شايد ڪو گلاس . يا . ڪا پليٽ (يا من . درپن) ڀڄي پيو هو.
مون . تو بن . جيئڻ جا سڀئي ڪارڻ وڃائي ڇڏيا هئا . نرمل!
هو رڌڻي ۾ هليو آيو .
مون جنم . پل ڪان انهيءَ لمحي جو سپنو ڏٺو آهي . نر . مل!
هاڻ آئون ڪنهن ٻيءَ عورت جي بدن جا رنگ نہ چونڊيندس . وسڪيءَ جون ڀريل بوتلون باٿ روم ۾ هاري ڇڏيندس . آئون . تنهنجيءَ ڇانوَ ۾ ٿو جيئڻ چاهيان .
تون آهين تہ . آءٌ اندران ڪيڏو ڀرجي ويو آهيان .
هو رڌڻي جي در تي اچي بيٺو
ڪاريءَ ساڙهيءَ ۾ هوءَ در ڏانهن پٺ ڪيو بيٺي هئي (هن کي ڳَل ئي ڪانہ پئي تہ ڪو رڌڻي جي در تي هو بيٺو آهي . ڄڻ . ڪنهن عبادتگاهہ جي چائنٺ تي بيٺو هجي) چلهہ تي ٿهڪندڙ چانهہ جي پاڻيءَ مان هوريان هوريان . ٻاڦ ٿي نڪتي .
هن ٻئي هٿ . پويان ڪان . هن جي اکين تي ڏريا هئا ۽ هوءَ گلاب جي پنکڙين جيان هڪ هڪ ڪري سندس ٻانهن ۾ وکري وئي هئي .

اڙي Oh! No... هوءَ نرمل ته ڪانه هئي . هوءَ ته راتوڪي عورت هئي . رشي . جنهن جي بدن تي ڪنڊ لاڙي هو ساري رات روئندو رهيو هو . اُهي لڙڪ جيڪي هو جڳن جي خواهش ڪان پوءِ به نرمل آڏو لاڙي نه سگهيو هو

هانوَ تي راتوڪي رات جا ساروٽا هُري آيا هئس . ٽِڪ ٻڏي هن کي ڏسندو رهيو هو . انيڪ پل.

ڪاش . هيءَ عورت تون هجين ها نرمل! آءٌ هن پل مُڪتي پائي وٺان ها . هو دُکي ٿي پيو هو ۽ . انيڪ پيڙائون سندس من پاتال تائين ڦهلجي ويون هيون.

اسان جيڪي ڪجهه چاهيندا آهيون، اهو سڀ ڪجهه ناهي ٿيندو . آخر ڇو نرمل؟؟ . آخر ڇو؟

انيڪ وار وڪرندا رهون . انيڪ وار پنهنجي هٿان . ٻين جي هٿان جُڙندا رهون، پر اهڙا ڇو نه جُڙي سگهندا آهيون . جهڙا جنم پل ڪان جُڙيل هوندا آهيون . جن سان دک وندڻ چاهيندا آهيون . سي ڪڏهن به هٿ نه ايندا آهن . جن ڪان دک پيا لڪائيندا آهيون، سي ائين دک ونڊي ويندا آهن جو ڳل ئي ڪانه پوندي آهي . ها نه . نرمل!

چانهه جو پاڻي ٽهڪڻ لڳو هو . هوءَ هن جي ٻانهن ڪان ڌار ٿي ڪم ۾ لڳي وئي هئي . ڪينهن بيحد سگهڙ ۽ چاهڻ واريءَ زال سمان.

”تون هل . آئون . اجهو ٿي نيرن ڪنيو اچان .“ ڪٽليءَ ۾ چانهه وجهندي هن مرڪي ڏانهس نهاريو هو . ”ڏينهن ڪان ٿانوَ خراب ڪري ڇڏيا اٿئي . هاڻ ڏس مون رڌڻو صاف ڪري ڇڏيو آهي . وري خراب نه ڪجئين.“

”ايڏا سگريٽ ڇو پيئندو آهين؟ . مون تنهنجي بيڊ روم مان اڄ سوَن جي حساب سان سگريٽن جا اڌڙ ميڙيا آهن .“

”ٻڌ . هڪ ڳالهه چوانءِ . ايڏو نه پيئندو ڪر . مر . ي پوندين.“

”آئون به ته مرڻ چاهيان ٿو . پر مري نٿو سگهان . الاءِ ڇو . مرڻ جيئڻ اسان جي وس ۾ ڪونهي .“

”ن . ر . م . ل . او . ن . ر . م . ل .“ هن من ئي من ۾ ٿي واڪا ڪيا.

هن جو سڄو فليٽ هڪ عورت جي خوشبوءِ سان واسجي ويو هو . سڄي گهر جو روپ ئي مٽجي ويو هو .

نرمل . آئون توکي ڇُهڻ ٿو چاهيان . منهنجا سمورا گس گم ٿيندا ٿا وڃن . آئون تنهنجن جوڙيل گول دائرن ۾ پيو ٿو ٻوڙان . هيءَ عورت ڇو ٿي انهن دائرن کي ڍاهڻ چاهي؟

هيءَ عورت منهنجي ڇا ٿئي؟ . جيڪا ساڙهيءَ جو پلاند چيلهه سان ٻڌيو . برش سان غاليچو پئي صاف ڪري . جنهن جا وڪريل وار . غاليچي مان اٿندڙ دز ۾ لٽجي ويا آهن

اسان سڀ مٽيءَ ۾ لٽيا پيا آهيون . مٽي . جيڪا وقت مٿيون پريو ٿو اڇلائي .

هن سڄيءَ پونءِ تي کهڙو گهر آهي هن عورت جو؟ . ڪهڙو ناتو اٿس مون ساڻ .

پل اپل جو ساٿ . پوءِ هيءُ مُٺ ۾ پئسا پيڙي هلي ويندي . پر . هيءَ اڄا وڃي ڇو نٿي . ڇا ٿي چاهي . آئون ته صرف تنهنجو آهيان . نرمل . او . نرمل!

گهر صاف ڪري هوءَ ڪيڏي پرسڪون ٿي پئي هئي

۽ هو پاڻ ڪيڏو بي سڪون ٿي پيو هو

”تون . گهر نه ويندينءَ . ڊنل ٽائيم ڪان ته وڌيڪ مون وٽ ويني آهين .“ هن کيسي مان انهيءَ ٽائم جا پئسا ڪڍي وڌايا هئا . جيڪو هن ڊنل ٽائم ڪان وڌيڪ ساڻس گهاريو هو . ۽ . سرخ نوٽن جي پاڇولي ۾ عورت جو مُک ٽاڻجي ويو هو . سگريٽ سمان دونهاٽجي ويو هو ۽ ڏندن هيٺ چپ ڏئي ڇڏيو هيائين . ڄڻ . اهو سندس آخري جنم . پل هجي.

”وٽ نه .“ چيو ته هيائين . پر پوَ جا پاوَ هانوَ تي هُري آيا هئس ته جي هيءَ وئي هلي ته اڪيلائپ جي ڏائڻ مون کي ڳڙڪائي ويندي . Oh! God دنيا ۾ ايترا سارا ماڻهو آهن پوءِ به ڇو آهي ايڏي اڪيلائپ؟؟؟

”تنهنجي قميص جو بٽڻ ٽٽو پيو آهي . ڏي ته ٽانڪي ڏيانءِ .“

”تنهنجو منهنجو ڪهڙو ناتو آهي . تون آخر وڃين ڇو نٿي .“ ڪيترا گهنج هن جي نرڙ تي پئجي ويا هئا.

هوءَ هن جي بيحد ويجهو بتڻ تاڪيندي رهي هئي . هن جي نيڻن ۾ الاءِ ڇا تي جرڪيو .

نرمل! . هن لمحي تون ڇا سوچيندي هوندينءَ . ڪهڙي ڄاڻ

زندگي . محض هڪ ڏيکاءُ آهي

اسان سڀ بظاهر جيئون ٿا

پلا . جي اسان سچ پچ جيئون ٿا ته پوءِ ڇو هر پل موت جا پاوَ ٿا هانوَ تي هُرن

نرمل! . اسان زندگيءَ ۾ ئي مريو وڃون . پر ڪوبہ تہ اچي پير ناهي پريندو . ڪو دوست . ڪو سنگي . ڪو ساٿي

ڇا ضروري آهي تہ اسان ڪفن ۾ ويڙهجي سيڙهجي . ڌرتيءَ جي سيني ۾ . مٽين مٽيءَ هيٺ دفن ٿي وڃون

زندگي تہ اها ئي آهي . جيڪا تنهنجي تن جي ڇانوَ ۾ ٿي گذري

آئون جو تو بن مرندو ٿو وڃان . ن . ر . م . ل . ا . و . و . ن . ر . م . ل .

”ٻڌ! . پيسن تي ورتل بدن ۾ بہ تہ آتما هوندي آهي نہ . بدن جي ڳانڍاپي ۾ . ڪٿي نہ ڪٿي آتما ڪي بہ تہ اسان جون آڱريون ڇُهي ونديون آهن . هن سڄيءَ پونءِ تي ڪوبہ تہ گهر منهنجو ڪونهي . جنهن ڪي آئون سجايان . سنواريان . پر پوءِ بہ هن گهر جهڙا منهنجا انيڪ گهر آهن . تون . ٻڌين ٿو نہ عابد! جيئن تون اڪيلائپ جي گهيرت ۾ گهيريل آهين . تيئن آئون بہ بلڪل اڪيلي آهيان . ڇا سڀ ماڻهو اندران اڪيلا هوندا آهن . سڀ اندران قبرستانن وانگر سنسان هوندا آهن ڇا؟ . اسان هڪ ٻي جون اڪيلايون ورهائي ڇو نٿا ونون عابد . آئون بہ تو وانگر جيئڻ تي ڇاهيان پر . اندر ئي اندر مئي پئي آهيان . هاڻ . هاڻ منجهي سگهہ بہ ختم ٿي وئي آهي ۽ . ائين ٿو لڳي ڄڻ آئون ٻاويهن سالن جي عمر ۾ اسي ورهين جي پوڙهي ٿي وئي آهيان .“

رشي . (اها ئي هڪ رات لاءِ خريد ڪيل عورت) گرم ڪافي سِپ ڪندي . هوريان هوريان ڳالهائيندي رهي ۽ هو چپ چاپ ڪوپ مان اٿندڙ ٻاڦ ۾ الاءِ ڇا ڏسندو رهيو.

نرمل . او . و . ن . ر . م . ل . او . و . و .

ٻاهر مسجدن ۾ ٻانگ ٿي . ڪيترا پيلا پن . هڪ هڪ ڪري ڇڻي پيا آهن.
”تون . عابد علي! . مون سان شادي ڪندين؟“
هن جي نيڻن ۾ لڙڪ جهلمل ڪرڻ لڳا ۽ هڪ لڙڪ ڪوپ ۾ پيل ڪافي منجهه گم ٿي ويو هو . جيڪو هن ڪافيءَ سان گڏ ڳيت ڏئي پي ڇڏيو هو .
”آئون . گفائن ۾ گم ٿي چڪي آهيان . آئون . ڌرتيءَ تي ڪنهن به مڙد جي (پوءِ هو ڪيڏو به برو ڇو نه هجي) زندگيءَ ۾ اچڻ ٿي چاهيان . ڪنهن جي جيئڻ جو ڪارڻ بنجڻ ٿي چاهيان . عابد! هن ڌرتيءَ جي هر عورت وانگر آئون به هڪ ننڍڙو سکيو ستابو خوبصورت گهر ٿي آباد ڪرڻ چاهيان . گهر . جنهن ۾ آءٌ ڪنهن جو پل . اپل اوسيئڙو ڪيان .“
”مون سان شادي ڪندين . عابد علي!“ ڪوپ ٽيبل تي رکي هوءَ هٿن ۾ مُک لڪائي روئي پئي هئي.
اهو سڀ ڪجهه تو ڇو نه چيو نرمل!
هن جي وشال من تي دور دور تائين ٿي دک جا تارا جرڪيا
نرمل! اڄ آئون پاڻ کي تنهنجي ساروڻن جي قبرستان ۾ تو دفن ڪيان
هي . اڄوڪو ڏينهن به سمنڊ ۾ ٻڏي ويو آهي . ائين زندگيءَ جا سمورا پل ٻڏندا ويندا سمنڊ ۾ . درياهن ۾ . جبلن جي هن پار . رڻن ۾ . بلڊنگن جي پويان . سرءُ جي پيلن پنن ۾ . ڪوبه پل نه رهندو . نرمل راڻي!
پوءِ . هڪ وار . صرف هڪ وار . آئون توکي گلاس ۾ پري پيئڻ ٿو چاهيان .
هيءَ عورت . جيڪا سامهون ڪوچ تي ويٺي آهي، مون سان اڪيلائين جو سودو ڪرڻ ٿي چاهي . پر مون ۾ ايڏو ساهس ئي ڪٿي آهي جو هن جي اڪيلائين ۾ رنگ ڀري سگهان . اڪيلو ته آئون به آهيان (جنم پل کان اسان سڀ اڪيلا آهيون) . پر . منهنجين اڪيلائين ۾ ته تنهنجو رنگ آهي .
اڄ ته هڪ وار وري وڇڙڻ لاءِ پيار ڪريون . انهيءَ پيار ۾ آئون توکي ڇُهڻ جي خواهش ڪڏهن به ڪونه ڪندس . ڇُهڻ سان واريءَ جا گهر ڊهي پوندا آهن نه نرمل! .
تون هن پل ڇا سوچيندي هوندينءَ نرمل!

- - اسان بي معنيٰ ليڪا آهيون ـ ڪير ٿو پلا اسان کي سَلي سگهي ـ
ءِ ـ انهيءَ رات هن وسڪي ۾ ڪانهه پيتي هئي ـ هو نشي ۾ الوٽ ته نه هو ـ هن آخري پيرو نرمل کي فون تي چيو هو:
”مون سان شادي ڪندينءَ ـ نرمل؟“ هن ڇڻ بيڪ گهري هئي ـ
”آئون ـ مرڻ ٿي چاهيان ـ عابد!“
”پوءِ مون سان شادي ڇو نٿي ڪرين ـ اهو به ته موت آهي نه جو تون ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ سان شادي ڪرين (نه چاهيندي به) جنهن کان توکي نفرت هجي.“
”آئون ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ سان شادي ڪندس عابد! جنهن جي آڱرين ڪڏهن به مون کي ڇهي نه ڏٺو هجي.“
رسيور جي اندر ڪيڏو شور آهي
لاڳيتو ڪجهه ٽٽندو ٿو وڃي
ـ نرمل ـ تنهنجو آواز ڪيڏو دُور آهي ـ پاڻءِ اُپ جي هن پار کان ايندو هجي ـ
منهنجي سامهون اها عورت ويٺي آهي ـ جيڪا منهنجين اکيلائين ۾ پريل تنهنجو رنگ پنهنجي مُک تي سجائي نرمل بڻجڻ ٿي چاهي ـ ڪيڏيون پيڙائون آهن هن جي مُک تي ـ آئون توسان فون تي پيو ڳالهايان ـ پر تنهنجو آواز ڪيڏو دُور ٿيندو ٿو وڃي
!!Hello — !Hello - ۽ نرمل ـ ا ـ و ـ ن ـ ر ـ م ـ ل ـ ا ـ و ـ و ـ
”پر ـ آئون توسان شادي ڪرڻ بدران ـ گورين لپ ڦڪي آسانيءَ سان مري سگهان ٿي ـ مون کي نفرت آهي توکان ـ تو ته مون کي پاتال تائين دفن ڪري ڇڏيو آهي ـ هاڻ ته مون ۾ اهو جيئڻ جو ساهسُ ئي ناهي رهيو ـ“ هوءَ سڏڪي پئي هئي ـ يا اهو هن جو گمان هو.
اهڙا انيڪ سڏڪا ـ جيڪي ڪٽس رات جو اڪيلائپ ۾ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن
”تون ـ عابد علي ـ ڇو ٿو مون کي پورڻ چاهين ـ آئون ـ ڪي پل جيئڻ ٿي چاهيان ـ بيحد سڪون سان ـ تنهنجي وجود کان ڏار ٿي ـ زهر جو پيالو پي ـ سدائين لاءِ اڪيون پورڻ ٿي چاهيان ـ عابد علي ـ آئون ـ آئون ـ“
”مون کان ڏار ٿي ـ جي سگهندينءَ ـ نرمل!“

تون ۔ دريءَ ڪان ٻاهر ۔ ڏسين ٿي نرمل ۔ وشال نيري آڪاس تي ٽيڙو ٿو ٽمڪي ۔ ڪيڏي روشني آهي سڄي شهر ۾ ۔ پر ڪيڏي اونداهي آهي ۔ ڇا اسان جيئري ئي قبرن ۾ دفن آهيون ۔ اسان هاڻ ڪڏهن به ٻيو جنم نه وٺي سگهنداسون ۔

ن ۔ ر ۔ م ۔ ل ۔ او ۔ نرمل

۽ نرمل ڪيڏي زور سان (شايد ۔ نفرت جو اظهار ڪرڻ لاءِ) رسيور ۔ ڪريڊل تي رکي ڇڏيو هو ۔ هو انيڪ پل رسيور هٿن ۾ جهليو بيٺو رهيو.

اڄ آئون پيئندس ۔ تنهنجي درد جي نانءَ ۔ نرمل!

اڄ آئون پاڻ ۾ مرڻ جو ساهسُ پيدا ڪندس

ن ۔ ر ۔ م ۔ ل ۔ او ۔ نرمل ۔ ر ۔ ا ۔ ڻي ۔

اڄ آئون پنهنجا سڀ درد توکي ٿو ارپيان

موهن جي دڙي جي کنڊرن ۾ ۔ ٽيڪسلا ۾ ۔ رني ڪوٽ جي قلعي ۾ ۔ ها ۔ سنڌوءَ جي ڪپ تي ۔ مهاڻن جي ٻيڙين ۾ ۔

مڪليءَ ۽ ڀنڀور ۾

سنڌ جي پٽن ۽ برن ۾

ٽڪڙ جي پيلن جبلن تي اُپريل ٿوهر جي ٻوٽن جي ڇانوَ ۾

سنڌ جي جهونن اوليائن جي مقبرن تي

پٽ شاهه ڪان ۔ سچوءَ تائين ۔ نرمل ۔ ڪٿي به سڪون ناهي ۔ پيڙا آهي ۔ جا هن سڄيءَ ڀونءَ تي ٿي رقص ڪري ۔ کنڊرن ۾ ۔ درياهن ۾ ۔ مقبرن ۾ ۽ ۔ ڪتابن ۾ ۔

ماڻهن جي دلين ۾ ۔

جي ڪو تنهنجي درد ۾ پاڳل ٿي نڪري ۔ ته به ڪيڏانهن وڃي ۔ نرمل راڻي ۔

نرمل جي درد ۾ ۔ دنيا تياڳي ۔ سنڌ جي پٽن برن ۾ وڃي نڪتو هو

پيرين پيادو ۔ سنڌ جي سڄي ڌرتي هن کي روئندي محسوس ٿي هئي ۔ اوم ۔ شانتي ۔ شانتي ۔ هو هلندو رهيو ۔ مٽيءَ ۾ پيوت ۔ نشي ۾ الوٽ

ڪٿي به مڪتي ناهي نرمل ۔ هڪڙيءَ تيليءَ سان ۔ سڄي ڪائنات ٿي دُکي ۔

هن پن جي ٻيڙي ڪڍي دکائي ۔ ۽ تنگون ڊگهيڙي ۔ اکيون پوري ڇڏيون هئائين

سچ ۔ لهي سانجهي ۔ ٽي ۔ پکين ڪوڙيا ۔ پک ۔ ڪن ميڙيا ماڻڪ موتي ۔ ڪن ميڙيا ڪک
پن جي ٻيڙي ۔ هن جي آڱرين ۾ دڪندي رهي
پٽ جي فقيرن جا آواز اوچا ٿيندا ٿي ويا ۔ آڪاس ڏانهن ۔ اُپ جي هن پار ۔ ڌرتيءَ جي رڳ رڳ ۾ ۔ الله ۔ هو ۔ الله هو ۔ هو ۔ هو ۔
هن جي پيرن تي سنڌ جي پٽن ۔ برن جي مٽيءَ جا تهه هيا ۔ هو پنگ جي نشي ۾ جهومڻ لڳو ۔ اوم ۔ شانتي
نرمل ۔ تنهنجو پاڇولو ۔ ڪيڏو ڏُور ٿيندو ٿو وڃي ۔ ڪيڏو ڏُور
ڪن ميڙيا ماڻڪ موتي ۔ ڪن ميڙيا ڪک
ڪن ميڙيا ماڻڪ ۔ ڪن ميڙيا ڪک
هن پتلون جي کيسي مان الاءِ ڪائين ٻيڙي ڪڍي دکائي ۽ ۔ انهيءَ پل اجهامندڙ اکيون وجي سامهون اٽڪيون هئس ۔
پولارن ۾ ۔ جتي هوءَ بيٺي هئي ۔ جنهن ساڻس اکيلائين جو سودو ڪرڻ چاهيو هو.
ڪٿي به مڪتي ناهي ۔ هو ۔ انهيءَ هڪ رات لاءِ خريد ڪيل عورت جي ٻانهن ۾ گهيرجي ويو ۔ جيڪي ڪجهه آهي انهيءَ پيڙا ۾ آهي ۔
”ڪوهه ٿو پنهنجو پاڻ جلائي ناس ڪرين ۔ پاڇولن جي پويان ۔
هل ته موٽي هلون ۔ عابد! هٽ هٽ ۾ ڏئي ۔ ڏُور ۔ جبلن مان سج ٿو اُڀري ۔ ڪنهن هڪڙي دڳ تي ويهي ليڪا پائڻ ۾ ته مُڪتي ناهي ۔ اچ ته سج جا سمورا ڪِرڻا پنهنجي پاند ۾ ميڙي ۔ سيڙي ونون ۔ جيڪي ڪجهه آهي ۔ هن پل ۾ آهي ۔ جيڪو مُٺ ۾ بند آهي ۔ آسمانن جا ستارا اُجهامي وڃن ته ڇا آهي ۔ اکڙيون ٻاٽ ۾ ٻرنديون رهنديون ۔ اچ ته دائرن ۾ ڦرندي رهڻ بدران ۔ دائرن جا ليڪا ڊاهي اڳتي نڪري وڃون ۔ ڏک جا ٻنڌڻ ٽوڙي آزاد ٿي وڃون ۔ انيڪ ڏُک ڦهليا پيا آهن، کهڙي جاڻ انهن ۾ مُڪتي هجي ۔ ڌرتي جيڪا ٻاهه جو ٻرندڙ گولو آهي ۔ پگهر جي بوندن سان اها ٻاهه اُجهائي ۔ امرتا ماڻيون ۔ شانتي آهي نياءُ ۾ ۔ سچ ۾ ۔ سچ ۔

جيڪو تو وانگر دنيا تياڳي گم ٿي چڪو آهي . اڄ ته انهيءَ جا پيرا ڪٿي هلون . ڪٿي نه ڪٿي ته سچ ليپي پوندو نه . عابد!"

هر لڙڪ ڪي هزارين معنائون آهن . هر روپ جا انيڪ رنگ آهن . هن پونءِ تي جيڪي ڪجهه آهي سو سپنو آهي . سپنن جي ساپيان ماڻڻ جو ڪنهن ۾ آهي ساهسُ! . سمنڊ ڪناري . سنڌوءَ جي ڪپ تي هلندا رهون . پنهنجا پيرا . جيڪي پويان رهجي ويندا سي آهن باک ڦٽيءَ جو پهريون پل . عابد! . دوست! ان کان اڳ جو ڪائنات سڄي پسم ٿي وڃي . ڪنهن نيوٽران بم جي ڪرڻ سان . ان کان اڳ جو مهاپاري جنگ جي آڳ ۾ سڀ ڪجهه سڙي رک ٿي وڃي . ان کان اڳ جو ڪجهه به نه رهي . اڄ اهو ڏڳ وٺي هلون . جتان کان سُج ٿو اُڀري .

هوءَ عورت . جنهن سندس سنسان زندگيءَ ۾ رنگ پرڻ چاهيا ها . سا سندس اُجهاٽل اُجهاٽل مُک تي نمي وئي هئي .

پنهنجي سرخ چپن سان سندس بي رنگ چپ چمي ورتا هيائين

سندس هٿن کي پنهنجن سرد هٿن ۾ جڪڙي ڇڏيو هيائين . هن کي ٻانهن ۾ پري . وٺي آئي هئي . سنڌ جي بيرانن مان .

"آئون تنهنجي ڪجهه به نٿي لڳان . پوءِ به منهنجا توساڻ هڪ رات جا جوڙيل انيڪ ناتا آهن.

اسان جيڪي هڪ ٻئي جي جسمن جا رازدار آهيون . اڪيلائپ جي گهيرٽ ۾ گهيريل آهيون جُڳن کان . ڇا آهي جو هڪ ٻئي لاءِ پناهه گاهه بڻجي پئون ."

هو چپ چاپ . اکيون بند ڪيو . ٻڌندو رهيو

هوريان هوريان . تن پاتال تائين . سرد آڱرين سان پنهنجي آتما کي ڇُهندو رهيو هو .

ڪيڏا ميرانجهڙا پئجي ويا ها نرمل جا پاڇولا . دائرا . هڪ هڪ ڪري ٽٽندا ٿي ويا . دُور جبلن مان سج ٿي اُڀريو .

ڪلاڪن کان . دريءَ تي نونٽ رکيو بيٺو رهيو . ٻاهر سڄي ڪائنات ڦهليل هئي . سندس پويان . ڪيڏيون اونداهيون رهجي ويون هيون .

وشال نيري آڪاش جي ڇانوَ ۾ . بادلن جو سينو چيريندو جيڪو جهاز وڃي پيو . انهيءَ ۾ . نرمل راڻي . تو سان منهنجا اڻپورا سپنا ٻہ اُڏامندا آهن .
آئون . ريڊيو . ٽي وي . اخبار ۾ پوائنٽيون خبرون پڙهي . ٻڌي . اکيون پوري ڇڏيندو آهيان . ڪهڙي ڄاڻ تون ڪٿي هجين . هن پل . جڏهن ڌرتي سڄي . هڪڙيءَ تيليءَ سان ٽي دکي . پڻ جا اهي ڪهڙا پاوَ آهن . نرمل!
اُداس راتين ۾ جڏهن رشي . ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي وائلن وڄائيندي آهي . تڏهن آئون گيلري ۾ رکيل ٿوهر جي ٻوٽن وٽ اچي ويهي رهندو آهيان . ڪيترا تارا آسمان تي اُجهامندا ويندا آهن . مون کي تون ياد ايندي آهين .
مون . مني پلانٽ جي هر پن تي تنهنجو نانءُ لکي ڇڏيو آهي
۽ ڪيترا پيلا پن ڇڻي . منهنجي اڱڻ ۾ وکريا پيا آهن
جڏهن ڪائنات سڄي اُداس رات جو واسو هوندو آهي
تڏهن تنهنجا ساروڻا دل نگر جي گهٽيءَ . گهٽيءَ ۾ رقص ڪندا آهن .

Oh! My friend come back, come back.

# ديوارون

سمورو پاڙو شريفن جو. اوچيون ديوارون ھڪ ٻئي سان گڏ ٿيل، وچ ۾ گھٽي ھئي جنھن جي ٻنھي پاسي گندي پاڻيءَ جون ڪِنيون ناليون وھنديون ھيون. آڌيءَ رات جو انھن نالين جي ڌپ ويتر وڌي ويئدي ھئي، جا ھوريان ھوريان برداشت کان ٻاھر ٿي ويندي ھئي. اھڙين ئي راتين جو آڌيءَ ويل جڏھن نسيم موٽندي ھئي، تڏھن انھن اوچين ديوارين ۾ لڳل درين سِيرن مان ڪيتريون ئي ديوارين جي اندر ٻوساٽيل حيران حيران اکيون ليئا پائينديون ھيون. انھن سيرن جي پويان جھاتيون پائيندڙ اکين کي نسيم چڱيءَ ريت ڏسي سگھندي ھئي. سندس ڳاڙھن چپن تي حقارت ٺھڪ بڻجي گونجندي ھئي. چاڻي واٽي پنھنجي گراھڪن ڏانھن نھاري کلي ڏيندي ھئي. ھن جي ٺھڪ جي گونج ٻڌي درين جون سِيرون بند ٿي ونديون ھيون ۽ انھن سان گڏ ئي ھن جو ٺھڪ بہ ٻڌي ويندو ھو. گراھڪن کان موڪلائي ھوءَ اندر ھلي ويندي ھئي.

سمورو پاڙو شريفن جو ھو، جڏھن ھوءَ اتي ويئي تڏھن ڪيترا ڏينھن ڌنڌو ڪري نہ سگھي. شريفن جي پاڙي ۾ گناھ ڪرڻ ڏکيو ھوندو آھي. نيٺ ڌنڌو شروع ڪري ڏنائين. شريفن جي پاڙي جون تہ ديوارون ئي لڏي ويون؛ پر ھن جي اڳيان ڪنھن جي نہ ھلي. شھر جي ھر وڏي ماڻھوءَ وٽ اونداھيءَ رات ۾ ھن جو نالو ونبو ھو. ھا ايترو ضرور ٿيو جو ھن جي گھر ڏانھن کلندڙ دريون بند ٿي ويون، پر جڏھن آڌيءَ رات جو گراھڪ سان ٺھڪ ڏيندي ھئي تہ انھن درين ۾ سِيرون کلي ونديون ھيون ۽ ھوءَ ٺھڪ روڪي نہ سگھندي ھئي.

شريفن جي انھيءَ پاڙي ۾ ھن جي گھر جي ديوار سڀن کان ننڍي ھئي. ھر گھر جي دريءَ مان ھن جي گھر جو اڱڻ صاف ڏسبو ھو.

سج لٿي جڏھن ھو ساڙھي پائي، ميڪ اپ ڪري، ڪلھن تي وار کولي، خوشبو ھڻي ٻاھر نڪرندي ھئي تڏھن بہ درين ۾ سيرون پَئجي ونديون ھيون. ڪن پل لاءِ ترسي ھوءَ چوڌاري نھار ڪندي ھئي، اھي ئي حيران حيران ھن کي

گھوريندڙ ٻوساٽيل نظرون ۽ پوءِ مرڪي هوءَ گرهاڪ جي موٽر ۾ ويهي رهندي هئي.
ڪڏهن ڪڏهن نسيم جي دل چوندي هئي تہ هو انهن ديوارن ۾ ٻوساٽيل نظرن وارين ڇوڪرين وٽ وڃي ۽ انهن آڏو ٻيهي ايڏا آزاد ٽهڪ ڏئي جو هنن جي گهرن جون ديوارون ڀُري پون.
ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو هو جو سندس اڱڻ ۾ هوءَ پنهنجي گراهڪ کي پئي وندرائيندي هئي، تڏهن اڱڻ جي بلڪل سامهون ڪلنڌڙ دريءَ جي سير مان بہ نظرون مسلسل پيون گهوريندڙيون هيون، جئين ڪو پڃري ۾ قيد پکي حسرت سان آزاد پکين کي گھوريندو آهي. نسيم جون ادائون ويتر وڌي ويندڙيون هيون.
تنهن رات ننڊ مان هوءَ سجاڳ ٿي، اُجَ ڪندا ٻڻجي سندس نڙيءَ ۾ ڇيڻ لڳي. هوءَ اڱڻ ۾ پاڻي پيئڻ آئي، پاڻي پيئندي اوچتو سندس اکيون سامهونءَ واريءَ دريءَ تي وڃي ڪتيون. دريءَ جا ٻئي تاڪ ڪليل هئا. انهن حيران نظرن ۾ اڄ ڏيڍ هو. هوءَ دريءَ مان ٻاهر گهٽيءَ ۾ ڇڻ ڪجهہ ڳولي رهي هئي ۽ زهر ڀري مرڪ نسيم جي چپن تي تري آئي هئي.
ڀر سِرڪندو ڪو پوائنٽو پاڇو دريءَ ڏانهن وڌي رهيو هو. نسيم کي آڌي رات جو اوچن وَٽن جا پوائنٽا پاڇا ياد اچي ويا. انهيءَ پوائنٽي پاڇي جيان هي پاڇو دريءَ ڏانهن وڌي رهيو هو. دريءَ ۾ بيٺل هيسيل ڇوڪري هر هر ڏيڍ وچان ڪڏهن اندر ڪڏهن ٻاهر ڏسي رهي هئي. پاڇو هن جي اوريان هليو آهيو، دريءَ مان ايندڙ ميرانجهڙي روشنيءَ ۾ اُن پاڇي کي ڏسي نسميہ ڇرڪي پئي.... اهو عالم هو جيڪو اڄا ڪلهہ رات نسيم وٽان ٿي ويو هو. عالم اڪثر نوٽن جون دستيون ڪڍي نسيم وٽ هڪ رات جو سودو ڪرڻ ايندو هو. نفرت جون چڻنگون نسيم جي اکين ۾ ٻرڻ لڳيون. حقارت سان هوءَ پٽڪي، ”شريفن جو پاڙو.“
ٻئي ڏينهن عالم سدائين جيان نوٽن جي دستي ڪڍي آيو. نسيم جي بدن ۾ باهہ ٻرڻ لڳي. عالم ڏانهن گهور ڪري چيائين، ”رات گهڻي قيمت ڏنئي؟“
”ڪنهن کي؟“ عالم ڇرڪي پيو.
”جنهن ڏانهن ويو هئين.“

عالم ڦڪي ڪل ڪلڻ لڳو. ڪجهه سوچي پوءِ چيائين، ”تو ڏسي ورتو!“
”رنڊيءَ جون نظرون تيز هونديون آهن، عالم.“
”هوءَ تمام شريف ڇوڪري آهي، نسيم!“
”قيمت گهٽي ڏنئي؟“ نسيم حقارت سان چيو.
”چيم نہ تہ هوءَ تمام شريف ڇوڪري آهي.“
”آئون رنڊي آهيان، انهيءَ ڪري منهنجو مُلهہ آهي. هوءَ شريف ڇوڪري آهي، انهيءَ ڪري املهہ آهي!“
”اهو زماني جو دستور آهي.“ عالم نوٽن جي دستي ڪرسيءَ تي ڦٽي ڪندي چيو.
نسيم وڦلي پئي. الائي سندس ڪهڙي پرم ڪي ڏک رسيو هو. نفرت سان نوٽن کي گهوريندي چيائين، ”پر رات جو لڪي انهيءَ وٽ بہ ائين ئي ويو هئين جيئن هت آيو آهين.“
”هوءَ شريف ڇوڪري آهي، نسيم.“
”تڏهن توسان رات جو ملي ٿي.“
”انهيءَ لاءِ جو هوءَ شريف ڇوڪري آهي.“ عالم چڙي پيو.
”هوءَ بہ رنڊي آهي.“ نسيم جو آواز اوچو ٿي ويو.
”هوءَ رنڊي ڪانهي. هوءِ شريفن جي پاڙي جي لڄ آهي.“
”پوءِ آءٌ بہ شريف زادي آهيان. شريفن جي پاڙي جي لڄ.“ هن جي دماغ جون نسون ڇڻ ڦاٽڻ لڳيون. ڪرسيءَ تان نوٽن جي دستي ڪٽي زور سان عالم ڏي اڇليائين، جيڪا عالم جي پيرن ۾ اچي ڪري، هوءَ وڦريل نانگڻ جيان سهڪڻ لڳي. عالم بہ مچرجي اٿي بيهي رهيو. نوٽ کٽي نسيم ڏانهن نفرت سان گهوريندو هليو ويو. عالم جي وڃڻ کان پوءِ هوءَ ڪيتري دير وحشت جو روپ بڻيو بيٺي رهي. ساري رات پنهنجي کٽ تان سامهون بند ٿيل دريءَ ڏي گهوريندي رهي. هن جي دماغ ۾ هڪ ئي لفظ چڪر ڪائيندو رهيو، ”آءٌ رنڊي نہ آهيان، آءٌ رنڊي نہ آهيان.“ ”...جيڪي اونچي ديوارين جي پويان رهندڙ ڇوڪريون ائين غير مرد جا (آڌيءَ رات جو دريءَ مان جهاتي پائي) چپ چمي

سگھن ٿيون تہ پوءِ آءٌ ڇو ائين ڪرڻ سان رنڊي آھيان. آءٌ بہ لڄ آھيان. آءٌ بہ لڄ آھيان." ساري رات ھن جو دل ۽ دماغ جنگ ڪندو رھيو. ٻئي ڏينھن سيٺ ھاشم پائيءَ جو ڊرائيور چارچڪر ھٽي موٽي ويو، پر ھوءَ سڄو ڏينھن در بند ڪيو ويٺي، رھي انھيءَ رات جو سيٺ ھاشم پاڻ ھلي آيو. رات جو اڱڻ ۾ سيٺ ھاشم جي اڇن وارن ۾ آڱريون ڦيرينديي انھيءَ دريءَ ڏانھن گھوريندي رھي. آڌيءَ ويل اھا دري کلي، ڇوڪريءَ سيس ٻاھر ڪڍيو. اڄ انھيءَ رات ڪان بہ وڌيڪ ميرانجھڙي روشني ھئي جنھن ۾ ڇوڪريءَ جو پاڇو پوائٽو ٿي ويو ھو، ساڳي ريت ٻاھر ڏسي رھي ھئي، نسيمہ ھوريان پٽڪي، "شريفن جو پاڙو."

"ڇا چيئي منڙي؟" سيٺ ڪيس ڳراٽي پائيندي چيو. ھوءَ ڄڻ ڇرڪي پئي.

"ڪھ بہ نہ سيٺ صاحب! ڪجھ بہ نہ."

"تون چئو تہ منڙي! بندو حڪم جو غلام آھي."

"سيٺ سچ چئو تہ آءٌ رنڊي آھيان يا لڄ؟"

"تون اسان جي لڄ آھين منڙي." سيٺ سندس چپ چمندي چيو. اھو چوندي سيٺ جي پوڙھن چپن تي عيار مرڪ تري آئي. نسيمہ جي دل ڪيو تہ ھوءَ سيٺ جي انھن عيار مُرڪ وارن چپن تي ٿُڪي ۽ چئي، "رنڊي جي نظر ڏاڍي تکي ھوندي آھي .... سيٺ." پر ھوءَ چپ رھي. سندس نظرون "ڪليل دريءَ" تي ڪتل رھيون. ھن شريف زاديءَ جو پاڇو ويتر پوائٽو ٿي ويو. "شريف زادين جا پاڇا پوائٽا ٿيندا آھن." ھوءَ من ئي من ۾ پٽڪي.

پريان پت سان لڳل پاڇو ھوريان ڪليل دريءَ ڏانھن وڌي رھيو ھو. نسيمہ جي اکين ۾ رت مڙي آيو. نالين جي ڏپ ويتر وڌي وئي ھئي. ساھ منجھائيندڙ ڏپ. ھن جو در ڪليل ئي رھيو، جنھن مان ھن جون تيز نظرون پاڇن کي گھوري رھيون ھيون. اھو عالم ئي ھو جنھن کي ڏسي ڇوڪريءَ کن ڪان پوءِ دريءَ مان بيگ اڇلائي جنھن کي عالم جھٽي ورتو. اھا بيگ نسيمہ جي مٿان ڄڻ ڇپ ٻڻجي ڪري. ھن ڄاتو ٿي تہ ھاڻ ڇا ٿيندو، اھوئي جيڪو شريفن جي پاڙي ۾ بہ ٿيندو آھي. پر ھڪڙو ڇڪلو ٿو سڏرائجي، ٻيو شريفن جو پاڙو، ٻي پل ڇوڪريءَ بہ دريءَ مان ٽپ ڏنو، پر ڪابہ ديوار نہ لڏي. عالم شريف زاديءَ جا چپ

چمي ورتا. انھن ئي چپن سان ھن نسيم جا بہ چپ چميا ھئا. پر پوءِ بہ نسيم رنڊي ھئي ۽ ھوءَ شريف زادي. نسيم جي اکين آڏو سڀ ڪجھ ميرانجھڙو ٿي ويو. ”چڪلو شريفن جي ئي گھٽي مان جنم وٺندو آھي.“ ھن چاھيو تہ اھي اکر رڙ ڪري چوي، پر سڀ ڪجھ گُھٽجي ويو. سيٺ ھن جي اگھاڙي بدن سان ڪيڏندو رھيو ۽ ھوءَ .....!!

ھوءَ ٻاھر گھوريندي رھي. شريف زاديءَ عالم جي ٻانھن جھلي چوڏاري نھاري اھڙو ئي ٺھڪ ڏنو جيڪو نسيم گراھڪ جي ٻانھن جھلي درين جي سيرن مان ليئو پائيندڙ نظرن ڏي نھاري ڏيندي ھئي. ان ٺھڪ جو پڙاڏو صرف نسيم ٻڌي سگھي. ٻنھي جا پاچا گڏجي ويتر پوائتا ٿي ويا ھئا. ھو ٻئي گھٽيءَ ۾ پڪڙيل اونداھيءَ ۾ غائب ٿي ويا... دري کليل ئي رھي.

ٻئي ڏينھن انھيءَ چوڪريءَ جي گھر ۾ ڏاڍو گوڙ ھو. نسيم چاھيو ٿي تہ وچ گھٽيءَ ۾ بيھي اوچا اوچا حقارت ڀريا ٺھڪ ڏئي، پر ھوءَ چپ رھي، پر دٻيل آواز ۾ پٽڪي رھي ھئي، ”آئون شريف زادي آھيان، آءٌ لڄ آھيان. “سڄ لٿي ھن جي گھر ڏانھن کلندڙ درين کي سرون رکي بند ڪيو ويو ۽ ديوران کي ويتر اوچو ڪيو ويو.

صبح جو رئيس خان محمد کان موڪلائيندي نسيم ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان ڪيس چيو، رئيس ھڪ فرمائش ڪيانءِ.“

”چؤ جاني سر بہ حاضر آھي.“ رئيس ڪيس پاڪر پائيندي چيو.

# ناگاساڪي

۽ پوءِ هن جي شادي ٿي وئي. بلڪل ائين جيئن سپني جي ٿيندي آهي. ڏاڍي ڌام ڌوم سان ڄڃ آئي، هن کي مينا بازار جيان سينگاريو ويو ۽ پوءِ نڪاح جي ٽن ٻولن سندس زندگي جون راهون ائين متائي ڇڏيون، جو پل اپل لاءِ ته ڪٿس ويساهه ئي نه پي آيو ته ڪو هوءَ ائين ڪن پل ۾ نه چاهيندي به، رئيس خدا بخش جي زال بڻجي وئي آهي. هن ته نڪاح مهل "قبول" به نٿي چيو جو اهو ننڍڙو پر ڪيڏو ڀاري لفظ سندس نڙي ۾ زهر جي ڪساري ڍُڪ جيان اٽڪي پيو هو، پر جڏهن ماڻس ڪٽس آپگهات ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني هئي ۽ پڻس اڪين ۾ لڙڪ ڀري سندس آڏو هٿ ٻڌي ليلڙائيون پاتيون هيون، "ڌيءُ! منهنجي عزت رک، منهنجن اڇن وارن ڏانهن نهار، نه ته آئون پيريءَ ۾ خوار ٿي ويندس،" تڏهن نه چاهيندي به، ڪيترا سڏڪا نڙي ۾ گُهٽي. اکيون ڀوري هن 'قبول' چئي ڇڏيو هو. ائين پڻس جي به اڇن وارن ۾ عزت رهجي آئي ۽ ماڻس آپهگات ڪرڻ کان بچي وئي هئي. پر هن جي اندر جي دنيا موهن جو دڙو بنجي وئي هئي. سندس نڙيءَ ۾ رت پرجي آيو هو ۽ اکين آڏو ڦري ويو هئس، پڻس جي عمر جيڏي رئيس خدابخش جو چهرو، جنهن تان هوءَ سدائين سرتين سان گڏجي چرچا ڪندي هئي.

هڪ ڀيرو چرچي ۾ نسيم کي چيو هئائين، "آئون ته رئيس خدا بخش سان شادي ڪنديس. ملڪيت به ڏاڍي اٿس ۽ پائيندو به ڏاڍو." انهيءَ چرچي تي هو ڏاڍو کليون هيون. تڏهن اهو نه سوچيو هئائين ته ڪڏهن ڪڏهن محض کلڻ خاطر ڪيل چرچا زندگيءَ جا سڀ کان وڏا ڪائنات جا به سڀ کان وڏا هاجا بڻجيو پون. ۽ پوءِ هن جو ڪيل اهو ننڍڙو چرچو سچ پچ هن جي زندگي جو سڀ کان وڏو هاجو بڻجي ويو.

رئيس خدابخش جو ڏاڍو ڀاري قرض پڻس تي هو، شايد انهيءَ ڪري الاءِ انهيءَ ڪري ته پڻس اڻ ڄاڻائي ۾ اهو سمجهيو هو ته رئيس خدابخش جي ايتري ساري ملڪيت سندس ڌيءَ کي ڪائنات جا سيئي سک ڏئي سگهندي، سو رئيس خدا

بخش جو آيل سگ هو موتائي نہ سگهيو، بنا هن ڪان پڇڻ جي، بنا اهو سوچڻ جي تہ الاءِ هوءَ زندگي جو ايڏو هاجو سهي بہ سگهندي يا نہ.
هن جڏهن شاديءَ بابت ٻڌو تڏهن ڪي ڏينهن هن ڪي ويساهہ نہ پيو آيو. هوءَ جا بيحد خوبصورت خواب ڏسندي هئي ۽ سندس خوابن جو شهزادو بہ ڪيڏو نہ خوبصورت هوندو هو، سو سڀ ڪجهہ ٻوڏ هيٺ آيل ڪچي ڳوٺ جيان لڙهي ويو. سندس ڪنهن بہ نہ ٻڌي. سندس هر احتجاج جي وراڻي مائٽن اها ڏني تہ، ”تون اجا ننڍي آهين، نٿي سمجهين تہ ڪو بہ مائٽ پنهنجي اولاد جو برو ناهي چاهيندو.“ ۽ اهو هو بہ سچ تہ ڪو بہ مائٽ پنهنجي اولاد جو برو ناهي چاهيندو، پر هوءَ بہ ڇا ڪري ها، سندس من ڪي ويساهہ جو نٿي آيو، سندس اندر جي دنيا بہ تہ ڄڻ ناگاساڪي ۽ هيروشيما ٻڻجندي ٿي وئي.
شاديءَ رات رئيس خدا بخش دل تي پيتي هئي. وارن ۽ مُڇين کي تازو ڪارو رنگ ڪيو هئائين، بوسڪيءَ جو وڳو ۽ پٽڪو ٻڌي، پنهنجي پر ۾ نوجوان ٿيو هو. هيءَ سندس ٽين شادي هئي. وڏيءَ رئيسياڻيءَ جوانيءَ ۾ الاءِ ڇو آپهگهات ڪري پنهنجو انت آندو هو ۽ پويان هڪڙو پٽ ڇڏي وئي هئي، حميد جيڪو هاڻ اڃي جوان ٿيو هو. حيدرآباد واري بنگلي ۾ رهندو هو ۽ پڙهڻ ڪان بہ ڄڻ رتيون ڪٽر هو. ٻيو نمبر رئيساڻي جهڙي هئي تهڙي ڪانہ، ڏار حويليءَ ۾ رهندي هئي. گهڻا ڏينهن اڳ رئين ڪٽس رٽائر ڪري ڇڏيو هو ۽ پينشن ۾ هن کي ساهيڙيون مليون هيون، جن مان هوءَ رئيس جون سڪون پئي لاهيندي هئي.
۽ هيءَ رئيس جي ٽين شادي هئي. هونئن تہ رئيس لاءِ عورتن جي ڪابہ کوٽ ڪين هئي، پر نڪاح ٻڌي ننڍيءَ نيٽيءَ زال جي تہ ڳالهہ ئي ٻي آهي، اهڙو چيڪ جڏهن دل چاهي ڪيش ڪرائي ڇڏجي. هوءَ بہ رئيس لاءِ انهيءَ چيڪ سمان هئي، جيڪو رئيس پهرئين ئي رات ڪيش ڪرايو هو. پر هن کي رئيس جي اگهاڙي پاري جسم مان مردار گوشت جي ڌپ آئي هئي، جيڪو انيڪ ڏينهن دڙي تي پئجي پئجي ڊوندڻ ٿي ويو هجي. سمورو وقت هن جون اکيون بند رهيون ۽ نڙي ڪڙي.

سدائين پنهنجو چيڪ ناهي ڪيش ڪرائيو. پرائي پئسي جيان پرائي عورت جي بدن جو نشو بہ جدا هوندو آهي، جنهن جي رئيس کي گهٽي عادت هئي ۽ پوءِ نئين ڪنوار هئڻ جي باوجود بہ هوءَ تہ چڻ برف جي سِرُ هئي. وراڻيءَ ۾ رڳو رئيس کي پاڪر بہ ڪانہ پائيندي هئي. پٿر جي بت جيان اڪيون پوريو پئي هوندي هئي ۽ اها ڳالهہ رئيس کي ڪانہ وڻندي هئي، هوئن بہ پلا ڪيسين تائين هڪڙو ئي نشو پي سگهجي ٿو، جنهن جي رئيس کي صفا عادت نہ هئي، سو بہ ٿي ڏينهن هن سان مٿو هٽي هٽي جڏهن ٿڪجي پيو تڏهن جيپ ڪاهي اچي زمرد بانوءَ وٽ حيدرآباد پهتو.

هوءَ پراڻي رانديڪي جيان اڪيلي رهجي وئي. من جي شهر جون عمارتون سمنڊ ڪناري، واريءَ جي ننڍڙن گهرن جيان، هڪ هڪ ڪري ڍهنديون ٿي ويون، سندس اکين جي صحرا ۾ واري پري پري تائين اُڏامڻ لڳي هئي. رئيس جو اهو پوائنٽو پاڇولو، جيڪو هر لمحي سندس بدن تي بکايل ڪتن جيان ڇهٽيو پيو هوندو هو سو ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڏار ٿي ويو هو، پر انهن جو ڇهاءُ اجا تائين سندس بدن تي هُري رهيو هو. پاڻ ۽ ٿوهر جا انيڪ ٻوٽا سندس بدن تي اُپري آيا هجن ۽ هوءَ انهن مان هڪ هڪ ڪري ڪنڊا چوندي رهي هئي، جن سندس رڳ رڳ ۾ ، رت جي هر ڦڙي ۾ زهر پري چڙهيو هو. رئيس ڪٽس رٽائر ڪونہ ڪيو هو، پر ايڊوانس ۾ لاڪس ٻانهين جو واڙو چڙهي ويو هو. جيڪي چاهينديون هيون تہ هوءَ بہ رئيس جي ٻيءَ زال جيان، منجهان رئيس جون سڪون لاهي، پر هن کي منجهان، رئيس جي پوڙهي جسم جهڙي، مردار گوشت جي ڏپ ايندي هئي ۽ اُهي هن جي ويجهو اچڻ لاءِ پيون واجهائينديون هيون، جو ڪيس خبر هئي تہ هنن جي جنسي قربت جي بدلي، رئيسياڻيون، نوازڻ ۾ وس آهر ڪونہ گهٽائينديون آهن، پر هوءَ بہ ويجهو اچڻ ڏئين، جنهن خواب ڏٺا هئا ڪنهن نوجوان شهزادي جا.

”جيجان! تنگن کي زور ڏيانءِ! ٿڪجي پئي هوندينءَ.“ هن کي اڪيلو ڏسي ڪانہ ڪا اچي پاسي ۾ ويهندي هئس. هنن جا عادي هٿ هن جي بدن تي چارسو ڊوڙڻ لڳندا هئا ۽ هن کي اُبڙڪو اچي ويندو هو، ”آخ ٿو.“

رئيس زمرد بانوءَ وٽان موٽي آيو ۽ هن جي بدن تي ٽوهرن جو جهنگ ويو ٽي گهاٽو ٿيندو. هن کي تہ رئيس جي شوقن جي خبر ئي تڏهن پئي جڏهن رئيس جا ڪي دوست شڪار تي آيا ها، ساري رات ٻاهر اوطاق ۾ گهنگهرو وڄندا رهيا ها ۽ ڪٽس ڪنهن ٻانهيءَ اچي ٻڌايو هو تہ رئيس نشي جي حالت ۾، ڪجريءَ جي ڪڇ ۾ ستو پيو آهي. سندس اندر جي دنيا ۾ طوفان اچي ڪن پل ۾ لنگهي ويو. الاءِ ڇو، الاءِ ڇو هوءَ اهو ورهاڱو سهي نہ سگهي هئي. ڪٽس رئيس کان بي انتها نفرت هئي، پر اهو ٻڌي سندس اندر جي روايتي عورت، نانگڻ جيان ڪَرُ کنيو بيٺي هئي، جيڪا پنهنجي مڙس جي ذات جو ورهاڱو سهي نہ سگهندي آهي.
صبح جو ميرانجهڙي روشني، هوريان هوريان، آڪاس کان ڌرتي تائين پکڙجي رهي هئي. هوءَ اڱڻ ۾ پيل کٽ تي اچا تائين پئي هئي، رات کان جاڳيل اکيون، جن ۾ سموري رات جو اوجاڳو زهر سمان پکڙيل هو. اوطاق ۾ ماٺ لڳي پئي هئي، پر سندس ڪنن ۾ اچا تائين گهنگهرو گونجي رهيا هئا. رئيس اچا اوطاق مان ڪونہ وريو هو، ۽ هوءَ جاڳي پي. سندس ذهن ۾ ٻاهہ ٻري رهي هئي، جنهن کي هوءَ ساري رات جاڳي جاڳي دکائيندي رهي، سوچيندي رهي تہ ڇا ايڏي بيڪار آهيان جو منهنجي زندگي ڦٽائڻ ڪانپوءِ بہ رئيس کي ڪجرين ۾ لذت ٿي اچي. ايڏو وڏو ورهاڱو؟ ايڏي وڏي ويساهہ گهاتي؟ ٻاهہ وئي ٿي تيز ٿيندي.
صبح جي اونداهي روشني صاف ٿي وئي هئي، تڏهن رئيس ٻن نشن جي نشي ۾ جهومندو، اوچن سُرن ۾ جهونگاريندو حويليءَ ۾ گهڙيو. هن جي کٽ وٽان لنگهيو تہ خوشبوءَ جي هڪڙي تکي لهر سندس چوڌاري پکڙجي آئي. سٺ سان رلي لاتائين ۽ رئيس جي پنيان صفي ۾ هلي آئي.
”رات اوطاق ۾ ڇا پئي ٿيو؟“ رئيس جي اڳيان ڪنهن مضبوط ديوار جيان اچي بيٺي. رئيس حيران حيران نظرن سان هن کي ڏٺو. ڄڻ هو ڪو بيحد عجيب سوال ڪري رهي هجي ۽ پوءِ ٺهڪ ڏئي کلي پيو.
”ڳائڻ هو، “ ٻن لفظن ۾ ۾ رئيس قصو ختم ڪرڻ پئي گهريو، پر هن پنهنجي زندگيءَ ۾ پکڙجي آيل زهر جو سمورو حساب ڪتاب وٺڻ ٿي گهريو. منهن مٿو پٽي رکيائين. اوچي آواز ۾ روئڻ لڳي، سڄي حويلي ڪٺي مٿي تي کنيائين.

درن ۽ درين جي سِيرن مان ٻانهيون هن حويلي جو اهو لقاءُ ڏسڻ لڳيون جيڪو اڳ نہ ڏٺو هئائون. رئيس جا وائيسر بتال تي ويا، پلا اهڙي زال ڪتي ڏٺي هيائين، جيڪا مڙس جي معاملي ۾ ائين وڏي واڪ ڳالهائي. وڏي رئيساڻي جڏهن حيات هئي، تڏهن تہ رئيس حويلي جي اندر، ٻانهين تي هٿ وجهندو هو پر مجال آهي جو ٻاڦ بہ ٻاهر نڪتي هجي. اهو تہ جڏهن هڪ بہ پيرا چوريون پيٽ سان تي پيون تڏهن بہ مرحيات اهڙي هئي جو منجهہ ئي منجهہ چورين جا ٻار ڪيرائي ڇڏيئين جو ڪنهن کي ڪَل ئي ڪانہ پئي. پر الاءِ ڇو آپگهات ڪري پنهنجو انت آندائين جو ڪٽس پنهنجي معصوم پٽ تي بہ ڪهل نہ آئي.

ٻيو نمبر رئيساڻيءَ بہ ڪڏهن رئيس جي معاملن ۾ نہ ڳالهايو هو. سندس هوندي تہ رئيس هڪ پيري ڪجريءَ کي اندر حويليءَ ۾ هڪڙي رات رهايو هو. پاسي واري ڪمري ۾ رئيسياڻي ستل هئي، جنهن کي سڄي ڳالهہ جي خبر هئي تڏهن بہ هوءَ ڪڇي پڇي ڪانہ، پوءِ تہ آهستي آهستي رئيس انهيءَ کي بہ رتائر ڪري ڇڏيو، پر هن تہ ڪڏهن بہ احتجاج نہ ڪيو. اڪيلي ٿيندي هئي تہ پنهنجي ڪمري ۾ (ڪڏهن ڪڏهن، پوءِ اڪثر، بستر ۾ بہ) ڪا ٻانهي رهائيندي هئي. ائين ٻانهين (جن کي رئيسياڻي "ساهيڙيون" چوندي هئي) رئيس جو خال ڏاڍي خلوص سان پُر ڪري ڇڏيو هو. شايد انهيءَ ئي ڪري هن ڪڏهن بہ احتجاج نہ ڪيو هو. پهرين پهرين تہ رئيس کي ڪَل ئي ڪانہ پئي ۽ جڏهن پئي تہ تڏهن اهو سوچي مطمئن ٿي ويو تہ "رئيسياڻي" جي بستري ۾ ٻانهي ئي تہ هوندي آهي، ٻانهو تہ ڪونهي، چا ٿو پلا فرق پوي."

پر هيءَ کهڙي زال هئي جيڪا ايڏي ننڍڙي ڳالهہ تي ائين مچرجي پئي هئي، جو رئيس جا تہ وائسر ئي بتال تي ويا هئا. سمجهہ ۾ نٿي آيس تہ ڪيئن هن کي پرچائي، پاڪر ڪٽي پاتائينس، "من! ڪاوڙجين ڇو ٿي؟ اڳتي ڪٽي ائين ڪونہ ڪبو." ننڍي نيٽي زال هئي سو رئيس بہ دٻجي ويو هو. مطمئن ڪانہ ٿي. رئيس جي پاڪر مان پاڻ ڇڏائي، ڪمري جو در بند ڪري وڃي ويهي رهي. بہ ڏينهن رئيس هن جي دپ ڪان حويلي ۾ ئي وينو رهيو. ٽئين ڏينهن جيپ ڪاهي حيدرآباد هليو ويو، هن جي سامهون سوين قسم ڪنيائين تہ حميد کي ٿو ساريان،

انهيءَ لاءِ ٿو وجان، پر سار آئي هئس زمرد بانوءَ جي. هن کي رئيس جي هلڪڙي ڇهاءُ کان بہ اُٻت ٿيندي هئي. رئيس جي پاڇولي کان بہ لڪندي هئي، پر جڏهن کان سندس اندر جي روايتي عورت ستل نانگڻ جيان جاڳي هئي، جڏهن کان سندس "حق" جو ورهاڱو ٿيو هو تڏهن کان رئيس مان اک ڪانہ ڪڍندي هئي. ڪهڙو حق پهچندو هو، رئيس کي، هن جي زندگي ڦتائڻ ڪانپوءِ هن جي حق جو ورهاڱو ڪرڻ جو. هن ڄڻ پنهنجي اندر جي ايذائيندڙ جيئري موت جو رئيس کان بدلو ٿي ورتو، جيڪو ستن پشتن تائين هلندو آهي، بنا معاف ڪرڻ جي. رئيس جي وڃڻ ڪانپوءِ هڪ ڀيرو وري هوءَ ڄڻ ڪنهن پراڻي رانديڪي جيان اڪيلي رهجي وئي. بلڪل اڪيلي، جنهن جو ڪوبہ سنگتي ساٿي نہ هجي. سندس چوڌاري هڪ ڀيرو وري ٻانهين جو ولر مڙي آيو. هو هن کي ڏاڍي مزي سان، رئيساڻي جي بستري جا جنسي راز ٻڌائيندڙيون هيون، پر هوءَ هئي ڄڻ برف جي سر، ڪابہ ڳالهه هن ۾ رئيساڻيءَ جهڙو رنگ ڀري نہ سگهندي هئي. هن کي تہ ڏک هو پنهنجي حق جي ورهاڱي هو.

انيڪ ڏينهن کان پوءِ رئيس حيدرآباد مان موٽيو تہ ساڻس گڏ حميد بہ هو. جنهن کي رئيس ٻانهن مان جهلي هن وٽ وٺي آيو.

"هي ماءُ اٿئي، ادب ڪجئين هن جو." رئيس جي آواز ۾ سختي هئي. هن ٽڪل ٽڪل اکيون ڪٽي حميد ڏانهن نهاريو. پل لاءِ هن جي دل زور سان ڌڙڪي، ڄڻ ماٺ ۾ اچي وئي. هو هن کان مس بہ سال کن وڏو هوندو بلڪل خوابن جي شهزادي جهڙو هن جي اندر جي دنيا ناگاساڪي بڻجي وئي.

جڏهن کان حميد آيو هو، هن جي اندر جي دنيا ۾ ڄڻ اندلٺ جا ست رنگ پکڙجي ويا هئا. حميد سامهون ايندو هو تہ ڪٿس ڪنواري هوندي ڏٺل خوبصورت شهزادو ياد اچي ويندو هو. دل جي شهر جون عمارتون، ٻوڏ هيٺ آيل ڪچن گهرن جيان لڙهنديون وينديون هيون. رات جو رئيس جي ڀر ۾ جڏهن رئيس بکايل ڪتي جيان سندس بدن کي ڇهنيو پيو هوندو هو ۽ هن جي پوري بدن مان اُٿندڙ مردار گوشت جي ڌپ تيز ٿي ويندي هئي، تڏهن هوءَ بند اکين جي اندر، من ئي من ۾ سوچيندي هي تہ ڪاش .... ڪاش ... هن لمحي ..... هيئنر هتي

.... رئيس بدران ..... ڪا ش .... هوءَ گهٻرائجي سوچن تي پهرا ويهاري ڇڏيندي هئي، پوءِ بہ سمورين شدتن سان حميد جو چهرو هائو تي تري ايندو هئس. حميد جي سامهون اچڻ ڇڏي ڏنو هئائين، پر هڪ ڏينهن نما شام جي بيحد اُداس لمحن ۾ پينگهي ۾ ويني لڏي، تڏهن هو آڏو اچي بيٺو هئس. هن گهٻرائجي مٿي تي رؤ رکي ڇڏيو. پاڻ هو، هن جو پٽ نہ ڪو نامحرم هو.

هن جي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. پاڻ ڪو طوفان اچڻ وارو هجي.

نماشام جي هلڪي روشنيءَ ۾ هن جو حسن ويتر نکري ويو هو. حميد ڪرسي تي سندس سامهون ئي ويهي رهيو.

”تون ايڏي خوبصورت آهين جو توکي ”امان“ چوڻ تي دل نٿي چوي.“ هن ٽڪ ٽڪل اکيون کٽي حميد ڏانهن نهاريو. حميد جي اکين ۾ ڪيڏي تکي گهور هئي، جيڪا هن جي بدن جي پاتال تائين ٿوهر جي گهاٽي جهنگ جيان پکڙجي وئي هئي. اهڙي سمي ڪوئي ڏسي وٺي تہ؟ هن جو من پل لاءِ هيسجي ويو هو.

”آئون توکي سڪينا چوان؟“ هو ڪليو، پر هوءَ ماٺ رهي. لفظ نڙي ۾ اٽڪي پيا هئس، ٿوهر جي ڪنڊي جيان.

”هن پيري مون واري بابي سنو داءُ هنيو آهي.“ ٺهڪ ڏئي اکين ۾ ليئو پاتائين، ”ڪيئن؟“ جڻ هن ڪان داد ٿي گهريائين پنهنجي لفظن جو. هن گهٻرائجي اکيون پٽ تي کپائي ڇڏيون، جتي انيڪ ننڍڙيون ننڍڙيون ماڪوڙيون، هڪڙو مئل ماڪوڙو کنيون پئي ويون. هوءَ ٽپ ڏئي پينگهي مان اُٿي بيٺي. حميد جي اڳيان جيئري قيامت گُذري وئي. حميد کي پل لاءِ شڪار ڪيل هرڻي ياد اچي وئي، جنهن جو گوشت حميد ڏاڍي شوق سان کائيندو هو. هوءَ تکيون وکون کڻندي اندر صفي ۾ هلي وئي، الاءِ ڇو حميد کي هن جون وکون ٿاٻڙجنديون پاسيون هيون. پاڻ هو صدين جو ڪو ڊگهو سفر ڪري آئي هجي. هن جو بدن، هن جي چهري سميت حميد جي اکين ۾ ”ٽيڙوءَ“ جيان ٽم ٽم ڪرڻ لڳو، انهيءَ لمحي پٽس جا لفظ وسري ويا هئس تہ، ”هيءَ ماءُ اٿئي، ادب ڪجئين هن جو.“ هو تہ من ئي من ۾ هن جي سنهڙيءَ چيلهہ جي ماپ وٺي رهيو هو، ”منهنجي ڪَرائيءَ جيتري هوندي.“

۽ پوءِ هڪڙي ڏينهن طوفان اچي ويو. سڀ ڪجهه انهيءَ طوفان ۾ ختم ٿي ويو، پر هن ائين ڀانيو ڄڻ سرءُ جي بيحد اُداس ڪنڊڙ مند هاڻ ختم ٿي هجي. (يا الاءِ هاڻ شروع ٿي هئي.)
رئيس اوطاق ۾ هو. سندس ڪي دوست شڪار تي آيل هئا. حميد به اوطاق ۾ هو. ڌرتتيءَ مهل، لُڪ ۽ بُوسٽ ايڏي جو بدن باهه ۾ سڙندو محسوس ٿئي. هوءَ وهنجڻ هلي وئي ۽ جڏهن پسيل وار ڇيلهه تي وجهي ڪمري ۾ آئي ته پل اپل سندس دل زور سان ڌڙڪي بند ٿي وئي. ڪٻٽ وٽ حميد بيٺو هو.
”بابا ريوالور پيو گهري، سو ڪڍڻ آيو آهيان.“ اهو چوندي هن جي اکين جي گهور تِکي ٿي وئي. وڪريل وڪريل آلن وارن ۾ هن جو ڇهرو صبح جي روشن لمحن جيان جرڪي رهيو هو. ٿورن ٿورن آلن ڪپڙن ۾، هن جو جرڪندڙ بدن، پاڻءِ گلاس مان شرابَ ڇلڪڻ ٿي گهريو. حميد ته اهڙا انيڪ نشا چکيا هئا. پر هي شراب، جنهن ڪي صرف ڏسڻ سان ئي هن ڪي نشو چڙهي ويو هو. هوءَ در وٽ چپ چاپ گهبرايل گهبرايل بيٺي هئي، الاءِ ڇو انهيءَ لمحي هن ڪي ڪنواري هوندي ڏٺل خوبصورت خوابن جو خوبصورت شهزادو ياد اچي ويو. حميد نندڙيون نندڙيون وکون کڻندو هن جي بيحد ويجهو (ايترو ويجهو جو ساهه منجهڻ لڳو هئس) اچي بيٺو هو ڪي ڪن هن ڪي گهوريندو رهيو. تِکي گهور، جيڪا هن جي بدن جي پاتال تائين لهندي ٿي وئي.
”ڇا ٿو ڏسين ؟“ گهبرائجي هن ائين ئي پڇي ورتو.
”تو ڪي خبر ڪانهي مرد عورت ڪي ڇو ڏسندو آهي؟“ هو مرڪيو، انهيءَ هڪڙي مرڪ ۾ ڄڻ اندلٺ جا ست ئي رنگ هئا. هن جو جواب ٻڌي هوءَ ائين گهبرائجي وئي، ڄڻ هوءَ بنا ڪپڙن جي، ڪنهن نامحرم جي سامهو هلي آئي هجي. پوءِ الاءِ ڪيئن اوچتو در بند ٿي ويو ۽ ڪمري ۾، ڌرتتي مهل به، گهور اونداهي پکڙجي وئي. ڪنواري هوندي ڏٺل خواب، ڪمري ۾، ڪپڙا لاهي، رقص ڪرڻ لڳا.
هن ڪي جا رئيس جي پوڙهي بدن مان مردار گوشت جي ڌپ ايندي هئي، تنهن ڪي ائين پئي ڀاسيو ڀانءِ سڄي ڪائنات ۾ گلاب جي خوشبوءِ پکڙي جي وئي هجي. ڏهه منٽ: پورا ڏهه منٽ ۽ انهن ڏهن منٽن ۾ ڄڻ صدين جو سفر ڪري

چڙهيو هئائين. پلنگ تي هوءَ پگهر ۾ شم پئي هئي، سندس ساهه اجا تائين منجهيل منجهيل هو. ڪمري ۾ هاڻ ڏاڍي تکي روشني پکڙجي آئي هئي. هن آهستي آهستي اکيون پٽي ڏٺو. هن جي پيراندي وٽان حميد بيٺو هو. ڪپڙا پئي پاتائين. ڪي ڪن هوءَ چپ چاپ رهي. تڪل تڪل اکين ۾ وحشت پرجي آيس. حميد سان ڪٽس سمورا رشتا ناتا ياد اچي ويا. رئيس جا لفظ "هي ماءُ اٿئي، ادب ڪجئين هن جو." ٻئي هٿ حميد جي وارن ۾ ڪٽي وڌائين، "پڙوا، ڪتا مري چو نه وئين، ." گاريون ۽ سُڏڪا ڪمري ۾ پڙلاءُ بڻجي گونجڻ لڳا. حميد گهبرائجي، هن جي هٿن مان پاڻ ڇڏائي پري تي وڃي بيٺو، هوريان هويان ڪمري ۾ ماٺ پکڙجي وئي، هاڻ هو چپ چاپ ڪنڌ نوايو ڪپڙا پائي رهي هئي. حميد در کوليو هليو ويو ۽ هوءَ انيڪ پل، پلنگ تي اکيون پوريو اُهو سيڪجهه سوچيندي رهي، جيڪو ڪي پل اڳ ٿي گذريو هو. گناهه ۽ ڏوهه جو احساس سندس بدن ۾ ڪنڊا بڻجي چيڻ لڳو. سندس اکيون پرجي آيون. انيڪ طوفان سندس من ۾ اچي لنگهي ويا ۽ هو من ئي من ۾ انهن طوفانن جي وچ ۾ ٻڏندي ترندي رهي، سندس اندر جي دنيا ٻوڏ هيٺ آيل ڪچن گهرن جيان پُرڻ لڳي. ڪنواري هوندي جا خوبصورت خواب سندس چوڏاري پوائتا ٿهڪ ڏيڻ لڳا هئا، هن ته اهو سڀ ڪجهه چاهيندي به اهو سيڪجهه ائين ڪونه چاهيو هو، جيئن ٿي ويو. هوءَ انيڪ پل اکين تي هٿ رکيو روئندي رهي. نماشام جي بيحد اُداس لمحن ۾ هوءَ ٻاهر نڪتي. سانجهي ٻانگ ملي رهي هئي. وضو ڪري هو سجدي ۾ ڪري پئي. سندس اکيون ٻيهر پرجي آيون، پاڻ سنڌو اٿلي پيو هجي. ڪٽس لفظ نه پئي مليا، ڏوهه جي معافي لاءِ. سجدي مان اُٿي ته من تي چانيل بوجهه گهٽبو پانيو هيائين. رئيس ۽ حميد اجا اوطاق مان ڪو نه وريا هئا. آڪاس تي اونداهي پکڙجي وئي هئي. هو اگڻ ۾ کٽ تي اکيون پوري ليٽي پئي. طوفان ماٺ ۾ اچي ويا ۽ هو ڪجهه ڪجهه پرسڪون ٿي وئي هئي.

ٻئي ڏينهن صبح جو حميد جي سامهون اچڻ جي سگهه ساري ڪانه سگهي هئي. صبح ڪان پنهنجي ڪمري ۾ در ڏئي وڃي ويني هئي. رئيس دوستن سان گڏجي

شڪار تي هليو ويو هو. حميد به شايد ساڻس گڏ هو، شام جو رئيس آيو ته اچڻ سان ئي ڪٽي ڪٽس پاڪر ۾ پريائين.
”من! اڪيلي ته ڪانه ٿئين ني؟“ هن اڪيون پوري، نه چاهيندي به، رئيس جي سيني تي پنهنجو مٿو رکي ڇڏيو، شايد گناهه جو احساس گهٽائڻ لاءِ.
”ڇا ڪيان، دوستن ڪي به ته وقت ڏيڻو پوي ٿو.“ رئيس شايد پنهنجي ڏوهه جو احساس گهٽائڻ ٿي چاهيو. ”پهرين سوچيم حميد ڪي تو وٽ ڇڏ وڃان، متان تو اڪيلي ٿئين.“ هن جي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي، ”پر حميد ڪي به شوق هو شڪار جو، واه جو، ”شڪاري“ آهي، منهنجن دوستن جون ته اصل ڏندين آڱريون اچي ويون.“ هن جو ساهه گهٽجڻ لڳو.
”رئيس!“ هن گهٽيل گهٽيل آواز ۾ پڪاريو.
”چئو مني.“ رئيس سندس چپ چمي چيو.
” آئون اوهان ڪي ڪيتري پياري آهيان.“ سندس آوز پرجي آيو هو. الاءِ ڇو. وراڻي ۾ رئيس سندس ٿڪل ٿڪل وجود تي نمندي چيو هو، ”سڄي دنيا ڪان وڌيڪ هن جي اندر ۾ لڪل روايتي عورت ڪي پل لاءِ سڪون اچي ويو هو. هن ڪن پل جو سڪون حاصل ڪري اڪيون پوري ڇڏيون هيون ۽ رئيس سندس بدن تي بڪايل ڪتي جيان ڇهٽي پيو ۽ جڏهن ڌار ٿيو تڏهن ڪٽس پاڪر پائيدي چيائين، ”هڪڙي ڳالهه چوانءِ، من!“ رئيس جو آواز ۾ پيار سان گڏ خوشامد پڻ هئي، ”ناراض ته نه ٿيندينءَ؟“ هوءَ شايد پهرين عورت هئي جنهن ڪان رئيس ٿورو گهٽو ڊنو پئي.
”آئون ڀلا اوهان ڪان ناراض ٿي سگهان ٿي.“ هن نه چاهيندي به هرويرو پنهنجي آواز ۾ پيار جو رنگ پريندي چيو. اڄ هوءَ رئيس ڪي اڳ ڪان ڪيڏي مختلف لڳي رهي هئي. هوءَ جا وراڻيءَ ۾ رڳو پاڪر به ڪانه پائيندي هئي، هوءَ جا برف جي سر سمان هئي، اڄ رئيس جي ڪيڏو ويجهو هلي آئي هئي. تڏهن شايد رئيس سگهه ساري نه پئي سگهيو. ”دوست هرويرو زور پيا پرين ته اڄ رات اوطاق ۾ مڙئي موج ڪجي. مون ته تنهنجي ڪري جواب ڏئي ڇڏيو، پر هو مڃين ئي نٿا.“ رئيس جي آواز ۾ ڪائنات جو سمورو لوپ مڙ ي آيو ۽ هوءَ ائين ڇرڪي ڇڻ

ڪٽس ڪنهن موت جي اچڻ جو اطلاع ڏنو هجي. جڻ پري ڪٿي ڪنهن بيحد لاش مان هوريان هوريان دونهون اُٿي رهيو هجي. هوءَ ائين چرڪي پانءِ سندس اندر، ايٽم بم ڪريو هجي ۽ سندس اندر جي دنيا ڪن پل ۾ ناگاساڪي بڻجي وئي هجي.

”تون چؤ ته ڪٽي دوستن جي اها مرضي پوري ڪيان.“ هوءَ چپ رهي. هن جي چپن تي سنسان قبرستانن جهڙي پوائتي ماٺ پکڙجي وئي. رئيس سندس ”حق“ جي ورهاڱي لاءِ ڪانئس ئي اجازت گهري رهيو هو، هن جي اندر جي روايتي عورت اندر ئي اندر سڏڪڻ لڳي.

”پوءِ من چا ٿي چوين؟“ رئيس اُميد مان چيو. هوءَ ٽپ ڏئي پلنگ تان اُٿي بيٺي. ”جيئن اوهان جي مرضي، تئين ڪيو.“ هوءَ هارايل جواريءَ جيان ٿابڙجندي ٻاهر نڪري وئي. شڪست جو ڏنييندڙ احساس سندس رڳ رڳ ۾ زهر سمان پکڙجي ويو.

۽ پوءِ انهيءَ رات هڪ پيرو وري اوطاق ۾ گهنگهرو پڙلاءُ بڻجي گونجڻ لڳا. هن کي پڪ هئي ته رئيس، نشي جي حالت ۾، ڪنهن ڪجريءَ جي ڪڇ ۾ ستو پويو هوندو. هوءَ تنها اڱڻ ۾ کٽ تي بي سُڌ پئي هئي. اکيون آڪاس تي کتل هئس. هن جي اندر ۾ جڻ سنڌو اُٿلي پيو هو. مٽيءَ جا ننڍڙا ننڍڙا ڪچا گهر ٻوڏ جي وهڪري ۾ لڙهندا ويا ۽ هوءِ اڪيلي، ڪنهن ڪک سمان لهرن ۾ ٻڏندي ترندي رهي. هن جي اندر ٻاهر پري پري تائين جڻ مهاڀاري جنگ لڳل هئي. ايٽم بم شهرن تي ڪرندا ٿي ويا، سڀ ڪجهه اجڙجندو ٿي ويو. هر شهر هيروشيما هو، هر شهر ناگاساڪي هو.

پنهنجي پير مان لنگهندڙ پاڇولي ڏانهن چرڪي نهاريائين. حميد اندر پنهنجي ڪمري ڏانهن ويو پئي. نشي ۾ وڪون ٿابڙجي رهيون هئس. حميد اندر هليو ويو، شهر جڙندا رهيا. بم وسندا رهيا. هوءَ چپ چاپ ٽڪل ٽڪل اکين سان آڪاس ڏانهن گهوريندي رهي. اوطاق مان ايندڙ ڇم ڇم جا آواز بلند ٿي ويا. رئيس ڪنهن ڪجريءَ جي ڪڇ ۾ ستو پيو هوندو، اهو احساس ٿوهر جي انيڪ ڪنڊن سمان سندس من ۾ چڀڻ لڳو.

رئيس ڪيڏي شاندار نموني سندس حق جو ورهاڱو ڪري رهيو هو. سندس اندر جي روايتي عورت، اندر ئي اندر دانهون ڪرڻ لڳي. هوءَ ٽپ ڏئي ڪٽ تان اُٿي بيٺي، اگهاڙن پيرن هوءَ حميد جي ڪمري ڏانهن هلي آئي، سندس دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. ڪڏهن ڪڏهن، ڪي هاجا پنهنجي ئي هٿان ٿي ويندا آهن. هوءَ ڪمري جي در وٽ اچي بيٺي، سامهون پلنگ تي حميد اڪيون پوريو ستو پيو هو. ڪي ڪن هوءَ ٽڪل ٽڪل اکين سان حميد کي ڏسندي رهي. سندس رت جو هر ڦڙو زهر ڦڙو بڻجي ويو هو. پل اپل لاءِ ڪٽس، ڪنواري هوندي، ڏٺل خوابن جو خوبصورت شهزادو ياد اچي ويو. هن در بند ڪري، بتي وسائي چڙهي ۽ هوريان هوريان هلندي اچي پلنگ جي ايس تي ويٺي. پلنگ جي هلڪڙي لوڏي تي حميد جاڳي پيو هو. "ڪير آهي؟، هو اونداهيءَ ۾ هن کي ڏسي نه سگهيو هو. وراڻي ۾ هوءَ حميد جي ڪليل چپن تي نموئي. "آئون آهيان، سڪينا." هن جو آواز، طوفان ۾ آيل ڪک جيان ڏڪي رهيو هو. حميد حيران نه ٿيو، هن کي ڄڻ انهيءَ لمحي جي اچڻ جي پڪ هئي. وراڻي ۾ ڀاڪر پائي هن کي وڏيڪ ويجهو ڪري چڙهيائين.

"مون کي پڪ هئي ته تون نيٺ به ايندينءَ." اونداهيءَ ۾ حميد جو آواز اُڀريو. هن ڪابه وراڻي ڪانه ڏني. حميد جي ڀاڪرن ۾، هن جي من اندر دکندڙ "بدلي" جي باهه ويتر تکي ٿي وئي هئي. هن پنهنجي "حق" جي ورهاڱي جو رئيس ڪان بدلو پئي ورتو. بدلو، جيڪو ستن پشتن تائين هلندو آهي، بنا ڪنهن معافي نامي جي.

# دوزخي

ڪٽس پهريون وارو ڪدوءَ سان ڏٺو هئم. ڪدوءَ سندس نالو ربو دادا ٻڌايو هو. اها پوءِ خبر پئي ته سندس نالو رب نواز آهي، پر لوڪ هن کي ربو دادا ئي سڏيندو هو. سدائين شراب جي بوتل هٿ ۾ هوندي هئس. سندس وار گل جيان پيا سندس نرڙ تي جهوليندا هئا. جنهن سان ملندو هو، هئيڊا هئيڊا ڏند ڪڍي کلي ڏيندو هو، ڄڻ ٻئي جو انت ملي ويو هجيس، ٻيو شڪجي پوندو هو.

الائي ڇو ڪٽس پهريون وار ڏسي ڪِريَ اچي وئي هئم. هو مون کي شهر جو ڪو نامي گرامي بدمعاش لڳو هو، جيڪي پنهنجي اوچائيءَ لاءِ ”دادا“ سڏرائيندا آهن. انهن مان هڪ بدمعاش جڏهن ڪدوءَ کان پڇيم، ”ربو دادا ڇا ڪندو آهي؟“ ته ڪدو معنيٰ ڀري مُرڪ کلي پيو هو.

”ڇا ڪندو آهي؟“ پڇيم. مون کي پڪ هئي ته هو چوندو ته، ”شراب جو ڪاروبار ۽ جُوا جو اڏو هلائيندو آهي.“ ڪدوءَ کلي چيو، ”واپار ڪندو آهي، ڇورين جو واپار.“ ڪدوءَ هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو، ”لعنت آهي اهڙي غليظ ماڻهو تي، جيڪو عورتن جو سوداگر آهي.“ منهنجي اندر ۾ لڪل قوم جو درد جاڳي پيو. ڪدو منهنجي ڳالهه تي ائين کليو، ڄڻ مان ڪو چريو يا توائي هجان.

”پيٽسان پاڻ ڪان ته عقل وارو آهي، مهيني جون پڇاڙڪيون تاريخون بک ته نٿو مري.“ ڪدو سدائين مهيني جي پڇاڙڪين تاريخن جو روئڻ روئيندو هو.

”يار مان ٻه وچي دلالي ڪيان ٿو.“ ڪدوءَ سنجيدگيءَ سان چيو. ڪا وراڻي ڪانه ڏنم. منهنجي ذهن ۾ ربو دادا جو قوي ۽ صحتمند جسم ڦيريون ڪائيندو رهيو.

ربو دادا پاڻ کي شهر جو داداگير سمجهندو هو. هڪ وار چيائين ته، ”جيڪر اليڪشن ۾ بيهان ته شهر جا سمورا وڏا ماڻهو مون کي ووٽ ڏيندا، ڇاڪاڻ ته هنن جي اونداهين راتين جا راز مون وٽ دفن آهن. هنن جا راز، هڪ قيمتي خزانو آهن، جن کي مان نهايت حفاظت سان سيني ۾ لڪايو وينو آهيان.“ ربو دادا انهن وڏيرن، رئيسن ۽ وڏن ماڻهن کي بليڪ ميل به ڪندو هو. اهي ’ويچارا‘

ڏينهن جي سوجهري ۾ پنهنجي هٿ گهڙي عزت جو ڀرم رکڻ لاءِ ربو دادا جو ڪيسو ڀريندا هئا، ته جيئن ربو دادا جو هٿ ڪليل هجي ۽ وات بند.
شهر جي هر رنديءَ سان گڏوگڏ هر ’پرائيويٽ‘، جيڪي معاشري ۾ پاڻ کي نهايت شريف زاديون ظاهر ڪنديون هيون، انهن سان ربو دادا جو تعلق هو. هو هڪ ڪامياب دلال هو. هن جا شهر جي هر وڏي ماڻهوءَ سان نهايت سٺا تعلقات هئا. هڪ دفعي پوليس اڻ ڄاڻائيءَ مان ڪيس هٿ وڌو. بس پوءِ ته محشر مچي ويو. اسيمبلي ميمبرن کان وٺي شهر جي هر معزز ماڻهوءَ جا فون ٿاڻي تي پهچي ويا. ٿاڻيدار نه فقط ربو دادا کي ڇڏي ڏنو، بلڪ ڇانهه ٻه پياريائينس ۽ گڏوگڏ معذرت به ڪيائينس.
ربو دادا پڙوت جي فن ۾ استاد هو. هن کي عورت جي جسم جي ڏاڍي گهري پرک هئي. هو ڏاڍو غليظ انسان هو. چوندو هو، ”مون ڪيترين شريف زادين جا پاڻ ويمَ ڪيا آهن ۽ انهن جا ناجائز ٻار گند جي ڍرم ۾ اڇلايا آهن، جن کي صبح جو ميونسپالٽيءَ وارا گند ۾ ميڙي ڪٽي ويندا آهن.“
ربو پاڻ کي سيد سڏرائيندو هو. چوندو هو، ”منهنجي ماءُ بي بي هئي، پر رنڊي هئي. منهنجو پيءُ شيخ هو ۽ مان حرامي ڦر آهيان.“
هو پيءُ جي نالي تي سڏرائڻ کي دوکو ۽ فريب چوندو هو. هو چوندو هو، ”توکي يقين آهي ته تون پنهنجي پيءُ جو پٽ آهين؟“ سندس چوڻ هو، ”ڪوبه ماڻهو يقين سان نٿو چئي سگهي ته مان پنهنجي پيءُ جو پُٽ آهيان.“
سندس اهي ڳالهيون هڪ شريف ۽ عزت واري انسان کي پل پر ۾ ننگو ڪري ڇڏينديون هيون. بلندين تي بيٺل باعزت انسان کي پل پر ۾ چڪلي جي غليظ ۽ بدبودار نالين ۾ ڪيرائي ڇڏينديون هيون. هن سان ملڻ کان پوءِ مان پاڻ کي پستين ۾ پيل ناليءَ جو غليظ ڪيڙو محسوس ڪندو هئس. مون کي پڪ ٿي ويندي هئي ته مان به ڪنهن رنديءَ جو جنم ڏنل حرامي ڦر آهيان. مان هن پيءُ جو پٽ نه آهيان، جنهن جو نالو منهنجي نالي پٺيان چنبڙيل آهي. مان پنهنجي ماءُ جو پٽ آهيان.

هو رنڊين ڪان سواءِ شهر جي اوچن شيش محلن ۾ رهندڙ شريف زادين جو به رازدار هو، جيڪي پنهنجي جسماني بيمارين ڪان وٺي، پنهنجي خريدارن تائين جون رازداريون هن کي ٻڌائينديون هيون. پر ربو دادا هنن کي بليڪ ميل نه ڪندو هو. هڪ وار چيومانس، ”توکي اهو ڏنڌو ڪندي شرم ڪونه ٿو اچي. تون معاشري جو ناسور آهين. تون شرافت جي نرڙ تي داغ آهين. تون پستيءَ جو غليظ ڪيڙو آهين. توکي موجوده نسل توڙي ايندڙ نسل ڪڏهن به معاف نه ڪندو.“ منهنجي اندر جو قومي درد جاڳي پيو.

ربو دادا ڏاڍي حقارت سان ٽهڪ ڏنو. هن جي ڪل ۾ نفرت جو درياه هو. هن ڪلندي منهنجي اکين ۾ اکيون وجهندي چيو، ”تون اديب آهين، تون ڪوڙو آهين. تون ڪتاب ۾ ڪوڙيون ڳالهيون ڪرين ٿو ۽ توهان اديب مون ڪان وڏا پڙوا آهيو. منهنجو جيڪو ڪجهه باطن ۾ آهي، سو ئي ظاهر ۾، ليڪن توهان ظاهر ۾ ڪجهه ۽ باطن ۾ ڪجهه آهيو. توهان اديب ناسور آهيو. ايندڙ نسل توهان کي معاف نه ڪندا. توهان غريب جي غربت جي ڳالهه ڏيڍ سؤ روپيين جي شراب جي بوتل پي پوءِ ڪريو ٿا. توهان شراب جي نشي ۾ ڳورا ڪتاب لکي ماڻهن کي ٺڳيو ٿا. توهان ’غريبن جي ڳالهه‘ ڪري غريبن کي ٺڳيو ٿا، ته جيئن هو توهان کي پنهنجو همدرد سمجهي توهان کي پنهنجي رهنما جو درجو ڏين ۽ توهان جي لکئي کي قرآن سمجهن. توهان شهرت چاهيو ٿا، توهان شهرت جا بکيا آهيو. مان چوان ٿو خدا جو قسم اوهين ته مون ڪان به وڏا پڙوا آهيو.“ ربو دادا اُٿي بيٺو، ”هل توکي چڪلن ۾ نچندڙ اهي جوان ۽ سهڻا سهڻا جسم ڏيکاريان جيڪي تو جهڙن عزت دارن جي دياآهن. جن جا پيءُ وزير، اسيمبلي ميمبر، سينيٽر، قانون جا محافظ ۽ قوم جا رهنما آهن. خدا جو قسم هل، توکي هن ڪوڙيءَ دنيا جو وڏي ۾ وڏو سچ ڏيکاريان. هت دلال، پڙوا، ڪسبياڻيون، خوني، چور ۽ حرامي ٻار توهان شريف زادن طرفان اسان لاءِ وڏو تحفو آهن.“ ربو دادا ٻهڪڻ لڳو. هن ڪاوڙ ۾ منهنجي منهن تي ٿُڪي ڏنو ۽ مان اها ٿُڪ اُگهي به نه سگهيس.

هڪ وار مون کي چيائين، ”ڪسبياڻيءَ سان هڪ رات جو ڪسب ڪرڻ لاءِ دل ٿي چوئي، پر ماڻهو توکي عظيم اديب چون ٿا، ان ڪري تون نٿو وڃين..... هل توکي ڏيکاريان هتي توکان بہ وڏيڪ عظيم اچن ٿا. هو جنهن وقت رنڊيءَ کي ويجهي کان ڏسندا آهن تہ ڇتا ڪتا ٿي پوندا آهن. ڪپڙا لاهي هنن جي پراڻي بدن کي چنبڙي ويندا آهن، جيئن ڪتا چٻاڙيل هڏن تي ڪِرندا آهن. تنهن مهل هنن جي سموري اڳواڻي سندن ڪپڙن سان لهي ويندي آهي. پوءِ صبح جو منهنجي دل چوندي آهي تہ انهيءَ اگهاڙي جسم کي حيدر بخش جتوئي چوڪ وٽ، جيئي سنڌ پارڪ جي ڦواري وٽ بيهاريان ۽ هن بدن تي لڳل چڪن جا نيرا نيرا نشان، ماڻهن کي ڏيکاريان ۽ چوان تہ ڏسو، اوهان جي اڳواڻن جا اصلي چهرا، جي ڳولي سگهو ٿا تہ ڳوليو، هن ننگي جسم ۾ توهان جا بااخلاق اديب بہ آهن ۽ رهنما بہ.“

اڪثر مون کي محسوس ٿيندو هو تہ هو منهنجي عزت، شهرت ۽ بلنديءَ کي چڪلي جي ڪنهن غليظ ناليءَ ۾ دفن ڪرڻ چاهي ٿو، پر هو غليظ هوندي بہ ايڏو غليظ ڪونہ هو. پوءِ بہ مون کي هن کان ڊپ ٿيندو هو. هو وڏو ’دوزخي‘ هو. هو پاڻ چوندو هو تہ ماڻهن جي عزت لاهيندي، هنن جو انت ڪوليندي، مون کي ڏاڍو مزو ايندو آهي. ربو دادا هر انسان جو آئينو هو. هرڪو انهيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏسندو هو، جا ڪيڏي نہ پوائتي نظر ايندي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن سچ پچ منهنجي دل بہ چوندي هئي تہ مان ربو دادا جي دنيا وڃي ڏسان. منهنجي نظر ۾ عورت ڏاڍي مقدس هستي آهي، پر منهنجي زال جي ڪپڙن ۾ پيشاب جي ڏپ آهي. هوءَ مون سان سمهندي آهي تہ مون کي الٽي اچي ويندي آهي. ڏهہ ٻار ڄڻي هن جو جسم بي ڊولو ٿي پيو آهي. هو پيٽ سان نہ هوندي بہ پيٽ سان لڳندي آهي. مان ٻي شاديءَ جو مخالف ڪونہ آهيان، پر ڇا ڪيان جو مان ٻي شاديءَ جي خلاف لکندو آهيان. عورت جي حقن تي لکندو آهيان، پر ڳوٺ ۾ منهنجي هڪ سُريت آهي، هن سان بہ سال ٿي ويندو آهي ملندي. منهنجي دل چيو هو تہ مان بہ ربو دادا جي چڪلي ۾ وڃان. ’جي ڪنهن

ڏسي ورتو تہ؟' 'مان رات جو ويندس.' پوءِ هڪ رات مان ربو دادا سان، سري گهات وٽان ٿيندو، موچيءَ گهٽيءَ مان لڪندو ڏو ڪري وڃي چڪلي ۾ پهتس.

ڪافي رات ٿي چڪي هئي. سئنيمائن جا پڇاڙڪا شو ختم ٿي چڪا هئا. ربو دادا فتحيابيءَ واري انداز ۾ منهنجي اڳواٽي ڪري رهيو هو. هن ڄڻ منهنجي اندر جي انسان کي ننگو پڪڙي ورتو هجي. ڪيڏي مهل منهنجي منهن ۾ نهاري مرڪي ٿي ڏنائين. ڄڻ چئي رهيو هجي، "ڏنئي اوهين ليکک وڏا ڪوڙا ۽ پڙوا آهيو."

ڪاٺ جون پراڻيون چاڙهيون چڙهي اسان هڪ ڪوٺڙيءَ ۾ گهڙياسين، جنهن جي در تي پراڻي ڪپڙي جو ڦاٽل پڙدو لڳل هو. اندر گهٽ پاور جي بلب جي ميرانجهڙيءَ روشنيءَ ۾ پٽ تي هڪ عورت، جنهن جي عمر چاليهن اندر ٿي لڳي، اگهاڙي وينې هئي. سندس بي ڊولي بدن تي انيڪ ڦٽ هئا، ڦٽن سان هوءَ سڄي رڏي پئي هئي، جن مان رت سان گڏ گند سِمي رهيو هو ۽ هوءَ ڦٽن کي ڏوئي رهي هئي. هوءَ ننگي ويني هئي، پوءِ بہ هن منهنجي اچڻ جو ڪو نوٽيس نہ ورتو، ڄڻ مان مرد نہ هجان يا هوءَ عورت نہ هئي.

هن جي چهري تي تڪليف جا آثار هئا. مون کي ڏسي خوشيءَ جي هلڪڙي لهر سندس چهري تي ڊوڙي آئي هئي.

"ڪير آهي ربو دادا؟"

"گراهڪ." ربو دادا وراڻي ڏني.

"حاجو ڪٿي آهي؟" ربو دادا پڇيو.

تڏهن وراڻيءَ ۾ هن اگهاڙيءَ عورت جهيڻي آواز ۾ حاجوءَ کي سڏ ڪيو. ڪن ڪان پوءِ يارنهن ٻارنهن سالن جي ڇوڪري ڪپڙي جي گڏي هيانوَ سان لائي ڊوڙندي آئي. مون کي ڏسي ڇرڪي پئي، پوءِ ڪنڌ نمائي بيهي رهي.

"پيسا ڪڍ!" ربو دادا هٿ وڌائيندي چيو، "ويهہ مال جا، ويهہ منهنجي دلالي ۽ ڏهہ روپيا واپسي ياڙي جا ۽ ها ٿورو خيال ڪجانءِ." هو پوري ريت دلال نظر اچي رهيو هو.

”پر ربو دادا! هيءَ ته اجان ٻار آهي.“ مون احتجاج ڪيو. مون کي پنهنجي ٻارهن سالن جي ڌيءَ بلقيس ياد اچي وئي.

ربو دادا تلخيءَ سان وراڻي ڏني، ”هت ڪير ڪنهن جي ڌيءُ ناهي، ڪير ڪنهن جي ڀيڻ ۽ ماءُ ناهي. هي چڪلو آهي، جتي سڀ ڪجهه هلندو آهي، تون ڏوڪڙ ڪڍ ۽ پنهنجو ڪم ڪر.“

مون پنجاهه جو نوٽ ڪڍي ربو دادا جي ترڻيءَ تي رکيو. ربو دادا ڪجهه وقت لاءِ حاجوءَ کي وٺي ٻاهر ويو. ڪوٺيءَ ۾ ساڳي ريت سانت ڇانئجي وئي. اُگهاڙي عورت ساڳيءَ ريت ڪنڌ نوائي پنهنجا ڦٽ ڏوئڻ لڳي، ڄڻ ڪنهن به ڳالهه سان هن جو تعلق نه هو. حاجو هن جي ڌيءَ هئي، مون ٻنهي جي نقشن مان اندازو هنيو.ڪن ڪان پوءِ ربو دادا آيو. چيائين، ”سامهون واريءَ ڪوٺيءَ ۾ وڃ.“

مان پنجاهه روپيا وصول ڪرڻ لاءِ اٿيس. ڪوٺيءَ ۾ اوندهه پکڙيل هئي. گهٽ پاور جو هڪ بلب ٻري رهيو هو، جنهن جي روشني ناڪافي هئي. ڪمري جي وچ ۾ هڪ ڇنل کٽ پئي هئي، جنهن تي حاجو اونڌي ٿي پئي هئي. هوءَ بلڪل اُگهاڙي هئي، هن جي پير ۾ کٽ تي ڪپڙي جي ڳڏي پئي هئي. مون جڏهن پنهنجي شرافت جيان پنهنجا ڪپڙا لاهي هن جي وجود کي پنهنجي ڀاڪرن ۾ ڀريو هو، تڏهن هوءَ ڪنهن ڊنل ٻار جيان گهٽيل گهٽيل سُڏڪن ۾ روئڻ لڳي هئي.

دنيا ۾ شرافت نالي جي ڪابه شيءِ نه آهي. جيڪي پاڻ کي فرشتو ثابت ڪرڻ لاءِ شرافت جو مظاهرو ڪندا آهن، اهي اندران شيطان کان به بدتر هوندا آهن. انسان شيطانيت جو ٻيو نالو آهي، جيئن ڪنهن بدبودار جهڳي تي تاج محل لکي ڇڏجي. ائين ئي شيطانيت جي در تي شرافت جو نالو لکيل آهي. ماءُ، ڀيڻ ۽ ڌيءَ جو رشتو صرف انهن سان جوڙي سگهجي ٿو، جن سان حقيقت ۾ هوندو آهي. ٻين کي اسان ماءُ، ڀيڻ ۽ ڌيءُ فقط پاڻ کي شريف هئڻ جو يقين ڏيارڻ لاءِ چوندا آهيون. اندر ۾ لڪل ڀوائتي روپ کي جڳ کان لڪائڻ لاءِ چوندا آهيون. مون پاڻ کي دلاسو ڏنو.

دنيا ۾ ڪوبہ ماڻهو شريف ڪونهي، اهو لفظ هڪ ڀرم آهي، جيڪو اونداهہ ۾ قائم نٿو رکي سگهجي. اسان سيئي هڪ غسل خاني ۾ اگهاڙا آهيون. اسان هڪ ٻئي جو هر جسماني عضوو چٽي طرح ڏسي سگهون ٿا، پر پوءِ بہ پاڻ کي دلاسو ڏيون ٿا تہ اسان کي ڪپڙا پهريل آهن، اسان جا عيب لڪل آهن، اسان کي ڪمخواب جو لباس پهريل آهي، جنهن جي اندر لڪل برايون ٻين کي نظر نہ ايندڙيون هونديون.

هوءَ ننڍي ٻار هئي. هن جي پير ۾ پيل ڪپڙي جي ٻي جان گُڏي اشرف المخلوقات جي ڪردار تي رڙيون ڪري رهي هئي. هن جي ٻالڪپڻي جي گواهي ڏئي رهي هئي، پر هن جي اگهاڙي جسم کي مان ڪتي جيان چنبڙي پيو هوس. مون کي يقين هو تہ هن کان اڳ هن جي مقدس وجود کي ڪنهن هٿ بہ نہ لاتو هو. هن جون دانهون اونداهي ڪوٺيءَ ۾ گهٽجنديون ويون. هوءَ ڪنهن اهڙي پکيءَ جيان ڦٿڪي رهي هئي، جنهن کي شڪاري صرف مزي ماڻڻ لاءِ ڇُري سان زخمي ڪندو آهي. هوءَ مون لاءِ بلقيس ڪانہ هئي، هوءَ حاجو هئي، رنڊيءَ جي ڌيءُ. مون هن جي بدن جو افتتاح ڪيو هو، هن جي مستقبل جو افتتاح، هن تي جواني جي پڇاڙڪي پل تائين اهو ڪجهہ ڪرڻو هو، جنهن لاءِ مان هن کي مجبور ڪري رهيو هئس. صدين تائين شرافت جو ڪفن پهريل هئڻ ڪري، جڏهن اهو ڪفن لٿو تہ مان وحشي هئس، جنوني هئس، سچ پچ مڙد ڪتو آهي، حرامي ڦر. هو هڪ پراڻي بدن تي يا هڪ نئين نڪور بدن تي ائين ڪِرندو آهي، جيئن ڳجهہ مردار تي. هوءَ بيهوش ٿي پئي هئي، مان ٿڪجي چُور ٿي پيس.

پرهہ ڦٽڻ کان اڳ در تي نڪ نڪ ٿي، مون دروازو کوليو، ربو دادا هو. ”هاڻ نڪر.“ ربو دادا سرباٽ ڪيو. اسان ٻاهر نڪري آياسين. هوءَ ائين ئي کٽ تي بيهوش پئي هئي. واٽ تي ربو دادا ٻڌايو هو، اصل ۾ ڏنڌو حاجوءَ جي ماءُ ڪندي آهي، پر بدن تي ڦرڙيون ٿي پيون اٿس. ڪلي چيائين، ”اهي ڦرڙيون بہ اوهان جهڙن جي دَيا آهي. ڪيس علاج خاطر پئسو کپي، انهيءَ ڪري ڪجهہ عرصو حاجوءَ جو وارو آهي. حاجوءَ جو پهريون گراهڪ تون آهين.“

اڄ انهيءَ ڳالهه کي ٽي ڏينهن ٿي ويا آهن. هينئر ڪدوءَ ٻڌايو، ”رات ربو دادا ننڊ ۾ ستو پيو هو جو حاجوءَ لوهه جي شِيخ سندس مٿي ۾ هڻي ڪيس خون ڪري وڌو.“ ڪدوءَ حيرت سان چيو، ”الائي ننڍڙي ٻار جي ربو دادا سان ڪهڙي دشمني هئي؟ بهرحال، پوليس تحقيق ڪري رهي آهي.“ ڪن ڪان پوءِ ڪدوءَ کلي چيو، ”چڱو ٿيو پيٽسان هو به وڏو دوزخي.“

تڏهن دل چئي رهي هيم ته چوانس، ”نه ڪدو! دوزخي ربو دادا ڪونهي، دوزخي ته اسان ماڻهو آهيون، جيڪي پيانڪ چهري تي شرافت جي چادر پهري هلون ٿا ۽ انهيءَ چادر کي ڏسي، دنيا اسان جي اندر نٿي ڏسي بلڪ شرافت جي انهيءَ سحر کان متاثر ٿيو نه فقط اسان جي عزت ڪري ٿي، بلڪ اسان کي عظيم چوي ٿي.“ سچ چيو هو ربو دادا، ’اسان ڪوڙا، فريبي، مڪار، ناٽڪي ۽ وڏا پڙوا آهيون.‘

پر مان ڪدوءَ کي چئي نه سگهيس، ڇو جو سنڌ ۾ منهنجي ڏاڍي عزت ۽ شهرت آهي. دنيا منهنجي نالي آڏو عظيم لکي ٿي ۽ مان سنڌ جو ئي نه هاڻ ته ايشيا جو به عظيم ليکڪ ۽ دانشور آهيان. اڄا ته مون کي دنيا جي عظيم ليکڪن ۾ شمار ٿيڻو آهي.

Come Back Africa

سج جا پڇاڙڪا ڪرڻا ديوارن تي لڙي آيا هئا.
۽ پوءِ ٿيو ائين هو جو ڌرتي هن جي پيرن هيٺ رقص ڪرڻ لڳي.
شيدي بادشاهه همباشا
جيڏانهن پير
تيڏانهن خير.

ساهه پرجي آيو هئس ۽ گپ سان پريل پير تپي تامو ٿي ويا هئس. چهري جو دانگيءَ جهڙو ڪارو رنگ پگهر جا ڦڙا ٻڻجي وهندو ٿي ويو، ميري ۽ ڦاٽل قميص جي ڪالرن تائين. ٿلها ۽ ڪارا چپ هيٺين ڏندن هيٺ پيڙجي ويا هئس ۽ ننڍڙين ننڍڙين سرخ اکين ۾ ڄڻ ڪنهن تازو تازو رت هاري ڇڏيو هجيس. دهل جي تال تي ويو ٿي سندس ناچ تيز ٿيندو.
اڄ نه نچان ڪڏهن نچان

اڄ نہ نچان ڪڏهن نچان
اڄ نہ نچان ڪڏهن نچان

رپئي رپئي جا نوٽ، اٺ اٺ آنا، سندس تيزيءَ سان نچندڙ پيرن ۾ ويا ٿي گم ٿيندا ۽ ماڻهن جو هجوم هو، جيڪو چوڌاري اچي مڙيو هئس، ڄڻ سنڌ جي ڌرتيءَ تي آفريڪا جي ڌرتي رقص ڪندي هجي. هن نچندي نچندي اڪيون پوري ڇڏيون هيون. (اڪيون: جن ۾ انسان خواب سجائيندو آهي) ۽ جڏهن نچندي نچندي هن جا گپ سان ڀريل پير بيهي رهيا هئا، تڏهن ڄڻ ڪائنات جو پن پن ساڪت ٿي ويو هجي، ڄڻ تيزيءَ سان ڦرندڙ ڌرتيءَ جو گولو بيهي رهيو هجي ۽ ماڻهن جون هوريان هوريان ڌڙڪندڙ دليون خاموش ٿي ويون هجن. بس، انهيءَ لمحي سڄ چپ چاپ اُلهي ويو هو ۽ ماڻهو پنهنجن پنهجن پيرن جا نشان ڪچي پٽ تي ڇڏي هليا ويا هئا. هو پٽ تي ويهي پيسا ڳڻڻ لڳو هو. هڪ، ٻہ، ٽي، پورا ويهہ رپيا هئا. ”اڄ تہ عيد ٿي وئي.“ هن بيحد خوش ٿي من ئي من ۾ سوچيو هو ۽ ’پيچ پٽائيءَ‘ جو نعرو هڻي دهل ڪلهي ۾ لٽڪايائين ۽ گپ مان ڀريل ٻي ڊؤلا پير هوريان هوريان، پوءِ تڪڙا تڪڙا اڳتي وڌائڻ لڳو. چوڌاري ڪاري دانگيءَ جهڙي رات جي گهور اونداهي ڦهلجڻ لڳي هئي.

هو جڏهن گهر واريءَ گهٽيءَ ۾ پهتو تہ اونداهي اجا بہ گهري ٿي وئي هئي. گهٽيءَ ۾ ٻرندڙ سرڪاري بلب جي هيٺ آڙي پاڙي جا ٿڪل جسم پٽي راند ڪري رهيا هئا. سڄي ڏينهن جا ڏک وندي ورچي رهيا هئا.

ٻہ ٽي وڪون اڳتي ڦاٽل ڳوڻ جي پوين اهو دروازو هو، جتان ڪان هن جي خوابن جا سمورا گس لنگهندا هئا. دهل پٽ تي رکي، هو مٽانئس چڙهي ويهي رهيو.

”بادشاهہ! ڏي خبر، اڄ گهڻي ڪمائي ٿي؟“

”بس، مولا جا ڪرم آهن.“ زندگيءَ جا سيئي ڏک هن لاءِ مولا جا ڪرم هئا. سيئي سک بہ مولا جا ڪرم هئا.

”اڄ تہ خوش ٿو ڏسجين!“ ڪموءَ اک پيچي سندس من — پاتال تائين رسڻ چاهيو هو. پر هو دکي ٿيو ئي ڪڏهن هو. زندگي لاڪاس آفريڪا جو مست ناچ هئي،

دهل جا تڪا سُر هئي. جيتوڻيڪ ڪائنات جا سمورا دک متس ئي نازل ٿيا هئا، سمورا دک هن نچندڙ پيرن هيٺ دفنائي ڇڏيا هئا.

”بادشاهه! اڄ ته هٿ جي صفائي ڏيکار.“ ملوڪ سندس ڏيان پتن ڏانهن ڇڪائڻ چاهيو، پر سندس سمورو ڌيان ڦاٽل ڳوڻ جي پويان لڪل، اڪيل دروازي ۾ هو، جتان ڪان هن جي خوابن جا سمورا گس شروع ٿي ٿيا.

”راند ڪندين؟“ هو سڀ هن کي گهيري ويهي رهيا. پڪ هئن ته اڄ هو ڪيسا پري موٽيو هوندو. جڏهن به ڪيسا خالي هوندا هئا، تڏهن هو لوڪ سُتي، آڌيءَ مهل موٽندو هو، پر جڏهن ڪيسا ڀريل هوندا هئس، تڏهن سويل ساجهر، سنجهي سان ئي موٽندو هو. اڄ جو هو سوير پرو موٽيو هو سو پڪ ڪيسا ڀريل هوندس.

”نه يار، آئون گريب ماڻهو آهيان. مون کي بخش ڪريو.“ هن ٻئي هٿ ڪٽي هنن اڳيان ٻڌا هئا، پر هو ڇڏڻ وارا به ته ڪونه هئا. ورائي ويا هئس، ”اڙي چرٻٽ! کهڙي خبر اڄ قسمت توتي مهربان هجي.“ قسمت هن تي ڪڏهن به مهربان ڪانه رهي هئي، پر پوءِ به هو هر وار قسمت جي چڪر ۾ اچي ويندو هو، پر قسمت جي ديوار هو ڪڏهن به اُڪري ڪونه سگهيو هو.

”نه يار، مون کي ڊپ ٿو ٿئي.“

”اڙي چيوسين نه ته اڄ قسمت توتي مهربان ٿي ڏسجي. اچ وارو ڪر.“

موٽ ۾ هن قميص هيٺ پيل صدريءَ مان ڏڪندڙ هٿن سان ويهه روپيا ڪڍي ائين ڪٽي پٽ تي رکيا، ڄڻ سيني مان دل ڪڍي رکندو هجي. (دل، جنهن ۾ انسان هزارين خواب سجائيندو آهي) دهل تان لهي هو پٽ تي اچي وينو.

- ۽ پوءِ هو کٽندو رهيو.

گهٽيءَ ۾ به ڪتا چباڙيل هڏن تي چتا ٿي وڙهڻ لڳا. راند ڪندي ڪندي هن جا هٿ بيهي رهيا. هانوَ تي پنهنجو ننڍپڻ هُري آيو هئس. مانيءَ جي هڪڙي ڳيي لاءِ ائين ڇتن ڪتن وانگر وڙهندي وڙهندي عمر گذري هئس. مانيءَ جو ڳيو سدائين سندس حصي ۾ نه اچي سگهيو.

هن پيري هو مسلسل هارائيندو رهيو هو، باقي رپيو بچيو هئس.

ڦاٽل ڳوڻ جي هن پار هوءَ بيٺي هئي، چنڊ جهڙو چهرو. بادشاهه جو رنگ ڪارانجي ويو هو. رپيو هٿ ۾ پڪڙيو، هو هن کي ڏسندو رهيو، ٽڪ ٻڌيو.
باقي رپيو بچيو هئس. گهٽ ۾ گهٽ انهيءَ رپئي جي عيوض مانيءَ ٽڪر تہ وٺي سگهندو. هوءَ تہ هن جي وس ۾ ڪانہ هئي. ڪيترا پيرا هن ملوڪ ۽ ڪموءَ اڳيان هٿ ٻڌي آزيون ڪيون هيون، "يار، بس پنجن منٽن لاءِ مون کي وٽس وٺي هلو."
هو ڪموءَ ساڻ، ٽڪيون ٽڪيون وڪون کڻندو هن جي در تائين آيو هو. ماڻهن جو ميڙ اڳي گڏ ٿيو هو. اڄ هن ڳوڻ جي ڳڙکي ڪان ليئا نٿي پاتا، نہ ئي اڄ هن لاءِ جوا ٿي هلي. هوءَ پٽ تي ويهي منهن مٿا پٽي رهي هئي. تڪليف کان اکين مان درياهه وهندو ٿي ويس. ڦٿڪي رهي هئي. بادشاهه کي ڪسجندڙ ڪڪڙ ياد اچي ويا هئا. هن جون ٽنگون ست ڇڏينديون ٿي ويون. بادشاهه هن کي انهيءَ حالت ۾ ڏسي سراپجي ويو هو. پريءَ جو اڇو اجرو ماس سڙي رک ٿي ويو هو. ڪوبہ تہ نشان باقي نہ رهيو هئس. ڪالهوڪي حسن جو پوائتو چهرو، ڪموءَ کي ڪِريپ اچي وئي. نڙيءَ ۾ اٽڪيل ٽڪ ائين پٽ تي اڇلائي هنيائين، جڻ پريءَ جي پوائتي چهري تي اڇلائيندو هجي ۽ ڪيترا گلاب هئا، جيڪي بادشاهه جي دل ڌرتيءَ تي ڦهليا پيا هئا. ماڻهو آهستي آهستي ڪچي پٽ تي پيرن جا انيڪ نشان ڇڏي هليا ويا. ڪو چوي، "چڱو ٿيو، اهڙين عورتن جو اهو ئي انجام ٿيندو آهي." ڪنهن کي ساڻس همدردي هئي. "ويچاري، ويچاري." جا لقب ٿي مليس. ڪنهن نفرت منجهان ٿي چيو، "هاڻ ڪير هن ڏائڻ تي پيسا وڃائيندو؟" بس بادشاهه هو جيڪو بيٺو رهيو. دل چاهيو هئس تہ مست ٿي ائين نچي، جو گهمندڙ ڌرتيءَ جو گولو بيهي رهي.
شيدي بادشاهه همباشا
شيدي بادشاهه همباشا
جيڏانهن پير، تيڏانهن خير.

پر هو بيٺو رهيو. پير تپي ٽامو ٿي ويا هئس. هو ڪلاڪن تائين بيٺو رهيو. هوءَ رڙندي رهي. بادشاهه پاڪرن ۾ پري اُٽاريو هئس ۽ ڪٽ تي آڻي ليٽايو هيائينس. دلي مان پاڻي اوتي، جڏهن هن جي سڙيل چپن تي آڻي رکيو هيائين.

”ڪير آهين؟“ هوءَ ڇڻ سُڏڪي.

هو چپ رهيو، ڪابه ورندي ڪانه ڏني هيائين.

”ڪير آهين تون؟“

”آءٌ بادشاهه...“ پريءَ کي ڇڻ نانگ سونگهي ويو هو. بي نور ٿي ويل اکين اندر انيڪ طوفان اچي گڏ ٿيا هئس. سڀ ڪٽس ڇڏي هليا ويا هئا، بس بادشاهه هو، جيڪو سندس ويجهو، بيحد ويجهو بيٺو هو، جيڪو ڪيترا پيرا سندس بند دروازي تان موٽي ويو هو. ڪارو ڪوجهو شيدي، دنيا جي ڌتڙيل قوم جو ڌتڙيل فرد.

”بادشاهه!“ هوءَ پڙڪي.

”هون....“ بادشاهه جي دل ڌڙڪڻ لڳي.

”منهنجي شڪل هاڻ ڪهڙي ٿي وئي آهي؟“ هوءَ سُڏڪي.

”تمام سهڻي.“ هن جي سڙيل، پوائتي ڇهري تي بادشاهه پنهنجيون ڪاريون، ٻي ڏوليون آڱريون رکي ڇڏيون هيون. جڳن جي ناڪام خواهش، هن جو خوبصورت ڇهرو ڇهڻ جو خواب، جنهن جي ساپيان هن زوريءَ قدرت جي هٿن مان ڦري هئي.

”مون کان ڊپ ڪونه ٿو ٿيندئي، بادشاهه؟“

”نه.“

”نفرت به نه؟“

”نه.“ بادشاهه جي لهجي ۾ جيت جو گهرو نشو هو.

هو ڪيتري دير هن جي سيرانديءَ وٽنو رهيو، چپ چاپ.

”بادشاهه.......“ ڪنهن مهل هوءَ پڙڪي هئي.

”هون....“ جيت جو اهو ئي اٿاهه نشو.

”مون کي ڇڏي ته ڪونه ويندين؟“

”نہ.“ هن ٻيهر پنهنجيون آڱريون هن جي ڇهري تي ڪٽي رکيون هيون، ڇڻ هن جا ڦٽ نارڻ چاهيندو هجي. من ۾ جيڪو چور هئس، سو جيت جي نشي ۾ گم ٿي ويو هو. انهيءَ رات، پريءَ جي در جي سامهون جوا بہ ڪانہ هلي هئي. انهيءَ رات آڌيءَ تائين ڪموءَ، بادشاهه جو انتظار ڪيو هو. پر بادشاهه باک ڦٽيءَ ڪان پوءِ بہ ڪونہ موٽيو هو. ڪموءَ کي اهو ٻڌائڻ لاءِ تہ اڄ کان پريءَ جي گهر تي بہ هن ”تاج محل“ نالو رکيو آهي.

۽ جڏهن پريءَ جا ڦٽ سُڪي ويا هئا، تڏهن ڪنهن بيحد خوبصورت لمحي ۾، جڏهن هو پريءَ جو هٿ پڪڙي گهٽيءَ ۾ نڪتو هو، تڏهن گهٽيءَ ۾ لڳل بلب هيٺ وينل ڪموءَ ۽ سندس ساٿين، تاڙين جي لئي تي، بي سُرن آوازن ۾ ڳائڻ شروع ڪيو هو.

شيدي بادشاهه همباشا

شيدي بادشاهه همباشا

جيڏانهن پير

تيڏانهن خير

شيدي ...... بادشاهه ... همبا.... شا .... شيدي .... بادشاهه .... شيدي .... بادشاهه .... ۽ بادشاهه جي دل ۾ دور دور تائين گلاب ٽڙي پيا هئا.

# جلاوطن

جڳن کان من ۾ واسو ڪيل اٽپورو سپنو، اڄ به جڏهن هانوَ تي هُري ايندو اٿم ته ويني ويني لڳ سمورا ڪانڊارجيو وڃنم. چؤواٽي تي سنگسار جي رسم، زنا جي ناقابل معافي ڏوهه ۾ زوريءَ گهليو وڃنم، حضرت عمر فاروق رضہ جي دور ۾.

دنيا ۾ سڀ کان پهرين آدم جي روپ ۾ تون خلقيو ويو هئين ۽ مان تنهنجي پاسراٽيءَ مان حوا جي نالي سان. ائين تنهنجو ۽ منهنجو، حاڪم ۽ محڪوم وارو ناتو جڻ ازل کان هو جُڙيو. سو پوءِ توکي يا پنهنجي ازلي هيٺائيءَ کي کهڙو ڏوهه ڏيان. نندي هوندي کان ٻڌو جو هئم: ”عورت (حوا) جو وجود جڙيو مڙد (آدم) لاءِ ته جيئن هن جو نسل وڌي ۽ هو دنيا ۾ اڪيلائپ محسوس نه ڪري.“

آيل جي پيٽ کان قبر جي گهور اونداهين تائين مان انهيءَ محڪوم قوم وانگر هيس، جيڪا بغاوت ته ڪرڻ چاهي ٿي، پر جنهن وٽ هٿيار نه هجن.

حويلي شريف جي پوتر ديوارن کان چڪلي جي سوڙهين گهٽين تائين، شريف زاديءَ کان رنڊي ٻڻجڻ تائين جو اڙانگو سفر.

مان، پاڪ گهر سمان، ٻاهران ڪارو غلاف اوڍيل، اندران ڪاري پٽر جون باادب ديوارون ۽ تو انهن ديوارن کي محض ان ڪري سجدو نه ڪيو، جو مان جڙي هئس تنهنجيءَ پاسراٽيءَ مان ۽ مون بنا توکي پرکڻ جي ان لاءِ سجدو ڪيو هو، جو اهو ثواب ته ملائڪن به ڪٿيو هو.

توکان ڏار ٿي، سڀ کان پهرين مون پنهنجي نئين سال واري ڊائريءَ جي پهرين جنوريءَ واري ڪالم ۾ لکيل پنهنجا ئي لفظ ته، ’عورت آهي پاڪ گهر سمان. هن جو ٻاهريون غلاف به پوتر، هن جون اندريون ديوارون به مقدس‘ ڳاڙهي مس پريل پين سان ڪاٽي ڇڏيا هئم، جيتوڻيڪ ان لمحي پنهنجو اندر ٻن حصن ۾ اڌواڌ ٿيندو پانيو هئم.

محبوبيت جي جنگ ۾ تنهنجو پاسو ڳرو رهيو يا منهنجو؟ تڏهن ته ان جي ڪٿ ڪري نه سگهيا هئاسون، پر هاڻ ائين پاسندو اٿم پاڻ ٻئي پاسا تڇ هئا. بدن جي فطري خواهش ڪي محبت جهڙو نالو ڏجي به چو؟ هونئن به جڏهن تون ۽ مان جڙيا هئاسون (آدم ۽ حوا جي نالي سان)، هڪ ٻئي جي فطري جسماني خواهشن جي تڪميل لاءِ يا اهو خلا پُر ڪرڻ لاءِ، پوءِ دنيا ۾ اچي محبت جو ڪوڙو سانگ ڇو رچائجي؟ جڏهن ته محبت ڪبي آهي پنهنجي پاڻ سان. سو محبت جي اها تند ڪم از ڪم تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ته نه هئي (اهو راز به مون تي هاڻ فاش ٿيو). باقي بدن جا رشتا، سي پنهنجي سموري خوبصورتيءَ ۽ بدصورتيءَ سميت، سٺ ڏئي اڏواڏ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙو حصو تو ڏانهن ۽ ٻيو مون ڏانهن هليو آيو. تون، تو واري حصي کي مون کان سواءِ، انيڪ عورتن جي انگ انگ ۾ ساندييندو اچين (جو اها به آهي تنهنجي ازلي فطرت) مون، مون وارو حصو ايتم بم سان ائين اجاڙي ڇڏيو، جو ڪوبه نشان سَگهو نه ڇڏيو اٿم.

۽ اها تنهنجي پهرين شڪست آهي.

اچ مان، مريم حسين، توکان منڪر ٿي ٿيان، بنا ڪنهن معافي نامي جي.

اچ مان، مريم حسين، توسان شرڪ ٿي ڪيان پنهنجي برابريءَ جو.

اچ مان، تنهنجي حاڪميت کان بغاوت ٿي ڪيان.

توکان پوءِ، مون پاڻ، پاڻ کي بشارت ڏني هئي ته گهٽ ۾ گهٽ توکي مريم حسين! آدم جي نسل جي واڌاري لاءِ ناهي موڪليو ويو. تون سنڌ جي اُداس ڌرتيءَ تي ڪنهن مقدس ڪتاب سمان نازل ڪئي وئي آهين. تون مريم حسين، ”شاهہ جي رسالي“ جو پهريون بيت آهين.

پر ٿيو ائين جو ڪنهن به منهنجي بشارت تي ’ثم آمين‘ نه چيو. مون کي وشال نيري آسمان تان حڪم مليو ’ڪن‘ ۽ مون بيحد خلوص سان ڪنڌ نوائي ڇڏيو ’فيڪون‘ اڱيان. پوءِ مون کي پير ڪڙيون پارائي، زنا جي ناقابل معافي ڏوهہ ۾ عمر فاروق رضہ جي دؤر ۾ آندو ويو. تون منهنجو جنمن جو ساٿي، منهنجي هر گناهہ ۾ هڪ جيترو شريڪ، جنت مان گڏجي تڙجي نڪتاسون، پر هيٺ ڌرتيءَ تي مون هر گناهہ جي سزا هيڪلي سر ڀوڳي، بنا تنهنجي امداد جي ۽ اها

منهنجي لاءِ ڪائين شڪست هئي. پر مان، جنهن هر شڪست بنا جنگ جوتڻ جي قبولي ورتي، اڄ پنهنجي بي نانءِ جيت جو اعلان بنا جنگ جوتڻ جي ڪيان ٿي.
ننڍي هوندي سيدن جي حويليءَ ۾، ڏاڏيءَ بيبيءَ وٽ نورنامو ۽ قرآن پاڪ پڙهڻ ويندي هئس ته گهران ئي پنهنجو سڄو بدن (جنهن ۾ اڃا هو نه ڪو رنگ ۽ نه ئي هو ڪو روپ) ململ جي وڏيءَ ويڪريءَ پوتيءَ ۾ ويڙهي سيڙهي ائين ويندي هئس ته جيئن وارن جي ڪا تند نه نظر اچي، جيئن بدن جي جوڙ سمجهه ۾ نه اچي.
'رنون! نامحرمن جي نظر بدن تي پئجي ويوَ ته قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنڀ ڏينداوَ.' ڏاڏي بيبيءَ ڪي ته ٻه وار نظر اچي ويندا هئا، بدن جي جوڙ سمجهه ۾ اچي ويندي هئي. تڏهن ته پريان ڪان ئي اکيون ڪڍندي هئي ۽ اهڙا انيڪ پوَ من ۾ وجهندي هئي. 'زال جي بدن ۾ شيطان لڪل هوندو آهي، رنون نه ويهنديون ڪريو نامحرمن جي سامهون.' مٿي تان پوتي ترڪي پئي، چپن تي اٽڪي پيوَ ڪنهن سؤٽ جو، ماسات جو نالو ته ڏاڏي بيبيءَ يڪدم هڪدل ڪندي هئي. سو ائين پنهنجي بدن ڪان ئي نفرت ٿي پيم، جنهن جي اندر (ڏاڏي بيبيءَ جي ڳالهه ڪان پوءِ) هر پل شيطان ويٺل پاسندو هئم. 'نامحرم اهو آهي، جنهن سان نڪاح جائز آهي.' ۽ مون پنهنجو پاڻ، پاڻ تي ئي حرام ڪري ڇڏيو. مريم جي پوترتا، رت جي هر بوند ۾ پڪڙجي وئي ۽ مون بند اکين اندر من ئي من ۾ ان پوترتا جي آجيان ڪئي هئي.
حرام ۽ حلال جي اها خوني جنگ اونداهين راتين ۾ به جاري هئي، اونداهين راتين ۾ اگڻ ۾ ستي ستي، جي اوچتو اک پٽجي پئي ۽ نظر سڌو وڃي پوي سيدن جي حويليءَ جي بُرجن تي (جن تي مون اونداهين راتين ۾ به نور وسندي ڏٺو هو) ته لڳ سمورا ڪانڊارجيو ويندا هئم. برجن جي جاءِ تي ڏاڏي بيبيءَ جو چهرو ابري ايندو هو. 'رنون، بدن ڍڪي ويهنديون ڪريو، نه ته شيطان جي پليت نظر پئجي ويندانوَ' ۽ مان بستري مان ڇرڪ ڀري اُٿي ويهي رهندي هيس. اجرڪ ۾ پاڻ ڪي ڍڪي ڇڏيندي هئس ۽ پوءِ ننڊ ڪلاڪن جا ڪلاڪ موڪلائي ويندي هئي.

پنهنجو پاڻ مون لاءِ اهڙو ماٺڪ بڻجي ويو، جيڪو لڪائي به نه سگهجي ۽ اُجلائي به نٿو سگهجي. باٿ روم ۾ وهنجندي، ڪپڙا مٽائيندي، من ۾ واسو ڪيل پوَ جون پاونائون پانءِ سَر تي ڪو نامحرم تنگيو بيٺو هجي. ”ملائڪ قيامت جي ڏينهن ڏنپ ڏينداوَ.“ ڏاڏي بيبيءَ جي لفظن جو پڙلاءُ، تڏهن هر نماز کان پوءِ چپن تي هڪڙي ئي دعا اٽڪي پوندي هئم: ”الله! مون کي نامحرم جي پليت نظر کان بچائي.“ پر هاڻ، ڪڏهن ڪڏهن زندگيءَ جي وٺ وٺان ۾، اوچتو ڪنهن لمحي جيڪر پل اپل لاءِ الله جي سار اچي به ويم ته ڪا به دعا نه سُجهندي اٿم. ويساهه جو اٿم ته قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنپ ڏيندم. ’سوچيندي آهيان ته جيڪر تون به اتي هجين ۽ ڪم از ڪم اها سزا مون سان گڏ پوڳين، جو هن جڳ ۾ ته مون کي هر گناهه جي اوڙاهه ۾ هيڪلو اڇلايو اٿئي.‘

’الحمد‘ پڙهندي جڏهن ’اهدنا الصراط المستقيم‘ تي پهچندي هيس ته ڏاڏي بيبي انيڪ وار مون کان ورجارائيندي هئي، اها سٽ. ’اهدنا الصراط المستقيم، ’اهدنا الصراط المستقيم.‘ منهنجو آواز اوچو ٿي ويندو هو ۽ ڏاڏي بيبيءَ جون عينڪ جي فريم ۾ سمايل اکيون بند. تڏهن ان سٽ جي معنيٰ به نه ايندي هئم ۽ اڄ جڏهن اچيم ٿي، تڏهن ’صراط المستقيم‘ گهٽو، گهٽو پويان رهجي ويو. موٽڻ جا سيئي رستا بند ٿي چڪا ۽ هاڻ ائين پاسندو اٿم، پانءِ جڳن کان پئي هلان پلصراط تي ۽ ان پلصراط تي مون وارا سيئي گس وڃن ٿا دوزخ ڏانهن.

جنم جنم جي اها خوني جنگ، جنهن ۾ جيت سدائين تنهنجي حصي ۾ آئي ۽ شڪست بڻي منهنجو ڀاڳ. مٿو ڍڪيان ته به مان، بدن لڪايان ته به مان، نظرون هيٺ ڪري هلان ته به مان ۽ ملائڪ ڏنپ ڏيندا سي به مون کي ۽ تون! تون ته ازل کان ئي مون کان اُتم رهئين. سجدي جي لائق ۽ قابل احترام! پوءِ ان شڪست کي به پنهنجو ڀاڳ ڇو نه چوان، جيڪا ازل کان ڪرم ۾ لکيل هجي.

سيدن جي حويلي ۽ ڏاڏي بيبيءَ کان ساٿ تڏهن ٽٽو، جڏهن مون ’قرآن پاڪ‘ ۽ ’نورنامو‘ پڙهي پورو ڪيو. هڪ ڏينهن ڏاڏي بيبيءَ کان موڪلائي، سندس فتوائون ۽ ’الصراط المستقيم‘ جي پوتر دعا، من ۾ سانڍي ڪنهن بيحد پياري ساروٽيءَ سمان، حويليءَ مان نڪري آيس.

۽ پوءِ مون قد ڪيو، روپ مٽايو، امان گيهہ جا ڏڪ پرايا هئم ۽ ائين نصيحتون ڪيون هيائين تہ هاڻ زندگيءَ ۾ سنيالي سنيالي وکون کڻجئين ۽ مون کي وکوڙي ويون هيون پوَ جون پونائون، جو محسوس ڪيو هئم تہ اتي اچي 'الصراط المستقيم' جو ڏگ ختم ٿو ٿئي ۽ پلصراط جو ڏگ شروع ٿو ٿئي ۽ سپنا جيڪي سدائين قرآن پاڪ جي آيتن وانگر مقدس رهيا، تن جو روپ مٽايو تہ ويا ٿي پراسرار ٿيندا، پانءِ ڪنهن جهوني عبادت گاهہ ۾ اوچتو بد روحن واسو ڪيو هجي. اجا مس ذهن ۾ ڪنهن نامحرم جو اڻ چٽو خاڪو اُپرندو هو تہ چپن تي اتڪي پوندي هئم 'آيت الڪرسي' ۽ نظر سڌو وڃي پوندي هئم سيدن جي حويليءَ تي. ائين حرام ۽ حلال جي انهيءَ خوني جنگ ۾ مان اندر ئي اندر مرندي بہ رهيس ۽ جيئندي بہ رهيس.

مان ڄڻ ڪنهن عبادت گاهہ جي چائنٺ ٻڌجي وئي هيس. جت پڇ ۽ پاپ ٻئي پڌرا ٿي پون ۽ منهنجي اندر جي هرڪا ديوار اُوچي، بيحد مضبوط، پانءِ هرڪا ديوار هجي چين جي ديوار.

پر هڪ وار، نيٺ اهي اوچيون ۽ بيحد مضبوط ديوارون لڏي ويون ۽ وڏا وڏا گهارا پئجي ويا هئا، انهن ۾.

بند دروازي جي سيرَ مان مون تي ڪائنات جو سڀ کان وڏو راز پهريون ڀيرو فاش ٿيو، ڪن پل ۾ ئي سيڪجهہ وسري ويو هئم. آيت الڪرسي، سيدن جي حويلي، ڏاڏي بيبيءَ جو پهرو ۽ 'اهدنا الصراط المستقيم'. زندگيءَ جا سمورا گس پلصراط ٻڌجي ويا.

ڪائنات جو سڀ کان وڏو راز — (؟)

ادي مهروءَ کي ڏسي ورتو هئم (بند دروازي جي سيرَ مان)، ادا خالق سان. ادي مهروءَ جي وات تي ادا خالق جو هٿ رکيل هو ۽ دانهون مون پانيون هيون نڙيءَ ۾ گهٽبيون. اکيون نکري آيون هئس. مون کي ٻاڪري عيد تي ڪسندڙ حلال جانور ياد اچي ويا هئا. رت جو درياهہ، گهرو ۽ اٿاهہ.

ادي مهرو ۽ ادا خالق جو تہ نڪاح بہ نہ پيل هو. بنان نڪاح جي ادا خالق ڪٺس شايد پاڻ لاءِ حلال ڪري ڇڏيو هو. پلا جيڪا شيءِ پاسراٿيءَ مان جڙي هجي،

انهيءَ ڪي لوئڻ ۽ ڪوئڻ لاءِ حرام ۽ حلال جي ڳٽپ چو ڪجي؟ جيڪا شيءِ هجي ئي نسل جي واڌاري لاءِ، اڪيلائپ جو احساس مٽائڻ لاءِ، ته پوءِ انهيءَ ڪي استعمال ڪرڻ لاءِ پرمٽ وٺڻ ضروري آهي ڇا؟ ڪا ٽويوٽا ڪار ته ڪانهي، جنهن لاءِ پرمٽ وٺجي.

پر سچ پڇين ته مون سنڌ ۾ ٽويوٽا ڪار جي بہ ائين بي حرمتي ٿيندي ڪونہ ڏٺي آهي. مريم وانگر پوتر موٽرون. سنڌ ۾ سموري پوترتا موٽرن جي حصي ۾ آئي ۽ سنڌ جي عورت ٽتل قتل ۽ موئن جي دڙي جي ڪنڊرن سمان.

بنا نڪاح جي ادا خالق ادي مهروءَ ڪي پاڻ لاءِ حلال ڪيو هو، پر نوَن مهينن جي ڪشالي ڪاٽڻ ڪان پوءِ، اهو نِنڍڙو پسون جيڪو ادي مهروءَ جو بدن چيري، ڪنهن انقلابي تحريڪ سمان نڪري نروار ٿيو، انهيءَ جو نالو اجتماعي طور 'حرامي' رکيو ويو.

ادي مهروءَ تي زنا جو ناقابل معافي ڏوهہ ثابت ٿيو هو، سو سنگسار جي رسم نڀائڻ ڪان اڳ ادي مهروءَ پنهنجو انت آندو. زندگيءَ جي انهن لمحن ۾ مون ڪيِ اها ڳَل پئي ته ان ڪان اڳ جو پيار سنگسار جي رسم نڀائين، چو نہ پاڻ پنهنجو سنگسار ڪجي ۽ پنهنجن ئي هٿن سان صليب تي پاڻ ڪي ٽنگي ڇڏجي.

ادا خالق تي زنا جو ڏوهہ ثابت ئي نہ ٿيو. پلا اهو حرامي ٻالڪ ادا خالق جو بدن چيري تہ نڪتو نہ هو. ها، شايد اتي اچي پلصراط وارو گس شروع ٿيو هو. ادي مهروءَ جي مرڻ واري رات رلهيءَ جي اندران، اڪيون پوريو مئل مئل پئي هيس ۽ انيڪ نامحرم ٿوهر جي ڪنڊن سمان بدن وڪوڙي ويا هئم. ڪابہ دعا ياد نہ آئي هئم. پلا هجان ها ڪنهن مير پير جي ڌيءَ تہ سيڪجهہ بيحد معمولي ڀاسيم ها، پر تون تہ ڄاڻين ٿو اسان ننڍين ذاتين وارا، وچولي طبقي جا ماڻهو، سڄي زندگي عزت جي حصول لاءِ پيا ناڪام لانگ مارچ ڪندا آهيون، سو اسان وٽ جي اهڙا هاڃا ٿين تہ حويلين جي ڪوٺن ۾ دفن ٿيڻ بدران گهٽين ۾ بيٺرن وانگر ٽنگيا ويندا آهن.

انهيءَ رات ٻاهر گهٽيءَ ۾ ڪتا ڀونڪندا رهيا ۽ هوائن جو شور وڌي ويو هو. پاسي واري ڪمري ۾ ادي مهروءَ جو لاش پيو هو. 'حراميءَ' ڪي دائي خبر ناهي

ڪھڙيءَ حالت ۾ اچلائي آئي هئي، پر هن جي روئڻ جو آواز، منھنجي رت جي هر بوند ۾ پڙلاءُ بڻجي سڄي رات گونجندو رهيو. مون تي جي ڪائنات جا وڏا وڏا راز بلڪل اوچتو فاش ٿي پيا هئا، تن مون کي هڪ ئي رات ۾ اجاڙي ڇڏيو.

ان رات، دلھيءَ جي اندر مون ۾ وڏا وڏا خوني انقلاب اچي ويا هئا. پانيو هئم جڻ مان هجان ادي مھرو. ادا خالق منھنجو بدن لويو ۽ ڪويو هجي. منھنجي رت جي هر هڪ بوند چوسي هجي ۽ منھنجو ماس پٽيو هجي. جڻ زنا جو ناقابلڪ معافي ڏوهه بہ مون تي ئي ثابت ٿيو هجي. مان ئي چؤواٽي تي سنگسار ٿي هجان ۽ اهو نندڙو پسون، منھنجي رت جي بوند مان جڙيو هجي. نوَن مھينن جو ڪشالو ڪاٽي مون ئي هن کي تخليق ڪيو هجي.

سو ائين پلصراط جو ڏڳ شروع ٿيڻ کان اڳ، زنا جو ناقابل معافي ڏوهه ثابت ٿيڻ کان اڳ، ڪنھن نامحرم جي هٿن جي ڇهاءُ کان اڳ ئي، تخليق جو سمورو ڪرب محسوس ڪري ورتو هئم. ڪائنات جو سڀ کان خوبصورت ڪرب، تخليق جو ڪرب، خالق بڻجڻ جو اتم احساس. پانيم رت جي هر بوند ۾ ديپڪ راڳ، پانيم انيڪ گلاب ٽڙي پيا هجن منھنجي رت جي هر بوند ۾.

خوشبو: تيز خوشبو، سڄو بدن، سمورو روح واسجي ويو هئم. رلھيءَ جي اندر مان سڄي خوشبو ئي خوشبو بڻجي ويس. خوشبوءِ ۾ واسجي ويس. ملائڪن جي ڏنپ ڏيڻ جو ڊپ، پر پوءِ بہ اها خوشبو هر شيءِ تي ڳري هجي. صراط المستقيم سڄو خوشبوءِ ۾ واسجي ويو، پلصراط سڄو خوشبو، دوزخ جي باهه جا اُلا خوشبو، جنت جي خوشبوءِ کان بہ تيز خوشبو.

۽ اها رات مون پل پل اهو ڪرب سَنو هو. انيڪ وار ماءُ بڻيس، انيڪ عيسيٰ مون جنم ڏنا. تنھنجي پاسراٽيءَ مان جڙڻ کان وٺي هيل تائين مان اهو ڪرب بيحد خلوص سان پوڇيندي ٿي اچان، جو مان جڙي ئي آدم جي نسل جي واڌاري لاءِ آهيان نہ. اهو انقلاب من ۾ سانديي، وڏي خوني جنگ جوٽڻ کان پوءِ شھر اچي وسايم، ايم. اي جي ڊگريءَ لاءِ.

عزت جي ڦاٽل ڊگريءَ ۾ علم جي ڪاغذي ڊگريءَ جي ڇَتي ڳنڍڻ جي ناڪام ڪوشش. زنده رهڻ به ته منهنجي هڪڙي ناڪام ڪوشش ئي ته آهي نه. اها به ته ناڪام ڪوشش آهي جو گهران نڪرجي هڪڙي اسٽيشن جي ٽڪيٽ پرس ۾ رکي، ۽ ٽرين لاهي ڇڏي ڪنهن ٻيءَ اسٽيشن تي. زندگي سڄي غلط اسٽيشين تي لهندي چڙهندي گذري وئي ۽ هاڻ ته ماڳ تي رسڻ جي ڪلپنا به ختم ٿي وئي. پرس ۾ رکيل ٽڪيٽ تي لکيل لفظ به مٽجي ويا.

توسان تعارف به ته غلط اسٽيشن تي منهنجو پهريون پيرو لهڻ هو. تعارف ته توسان 'ڪن فيڪون' ڪان ئي هو، تون آدم جي نالي سان ۽ مان حوا جي نالي سان. پر هتي اچي ڪهڙا ته ويس مٽاياسون، پر اندر جو ازلي روپ سو مٽجي ئي نه سگهيو. توڪي ائين اُمالڪ آڏو ڏسي لڳ ڪاندارجي ويا هئم.

'نامحرم جي نظر بدن تي پئجي وئي ته قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنڀ ڏينداوَ.'

۽ مون بدن ڍڪڻ لاءِ ٻئي هٿ پوتيءَ ۾ وڌا هئا. تون ٽهڪ ڏئي کلي پيو هئين.

"بلڪل سنڌ جي روايتي عورت آهين، جيڪا نامحرم کي ڏسي پوتيءَ ۾ پاڻ لڪائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي آهي."

پر منهنجي من ۾ ته واسو هو ڏاڏي ٻيبيءَ جو.

"نڪولو ميڪاولي چئي ويو آهي ته: شرم محض حوصلي جي گهٽتائيءَ جو نالو آهي." ڏاڍي گهري چوٽ هئي.

حوصلو؛ جيڪو ڪنهن به دور ۾ مون ۾ نه هو، جي هجي ها ته توسان بغاوت جي جُڳ ۾ پراڻي ڪلپنا جي تڪميل نه ڪريان. سچ ٻڌايانءِ ته برسات جي ان ڀنل رُت جي پهرئين پل ۾، جڏهن توسان تعارف ٿيو هو، مون کي پل اپل لاءِ تاريخ جون خوني جنگيون ياد اچي ويون هيون. پهرين مهاڀاري جنگ، ٻي مهاڀاري جنگ. رت جو وهندڙ گهرو درياهه، جنهن جي هُن پار تون بيٺو هئين ۽ هن پار مان.

"ڇا تي سوچين؟" چرڪي، موٽي آئي هيس. في الحال ان ٽڪر ۾ امن ۽ آشتيءَ جو واسو هو، جنهن ۾ تون ۽ مان بيٺا هئاسون. چاهيو هئم ته پنهنجي چوڌاري دائرو ٺاهي ڇڏيان ته جيئن ان دائري جي اندر تون ڪڏهن به اچي نه سگهين.

صدين تائين دائري جي ٻاهران جوڳ وجهيو وينو هجين، پر دائرو نهي نہ سگهيو ۽ قيامتون اچي ويون، تو سميت دائري جي اندر.

اها سڄي رات ننڊ نہ آئي هيم. ان رات سيءَ نہ هو، پر مان سڄي ڏڪي رهي هيس. اندر ئي اندر سڄي سراپجي وئي هيس. خبر ناهي ڪنهن مٿان گرم گرم سوڙ وجهي ڇڏي هئي. تپجي پيس 104 ٿرماميٽر جي فتويٰ.

ڏاڏي بيبي سڄي رات سپنن ۾ ايندي رهي. مان سوڙ جي اندران زور زور سان الحمد پڙهڻ لڳيس. 'اهدنا الصراط المستقيم' پانيم تہ منهنجو آواز ڏڪي رهيو آهي.

'قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنپ ڏيندا'. نامحرم اهو آهي، جنهن سان نڪاح جائز آهي.

ننڍي هوندي جي مريم، زور زور سان 'نورنامو' ۽ 'قرآن پاڪ' پڙهڻ لڳي. ڏاڏي بيبيءَ جون نصيحتون، نيزا ۽ ڀالا ڪنيو دل نگر ۾ رقص ڪرڻ لڳيون. نيٺ ايڏي خوني جنگ ڪان پوءِ مان هارائجي ويس. مون دائرن جون ليڪون ڊاهي ڇڏيون. پنهنجي ازلي شڪست آڏو ڪنڌ نوائي ڇڏيم. مان سڄي واسجي ويس، تنهنجي خوشبوءَ مان. ڏاڏي بيبيءَ جي اچڻ جا سيئي دروازا بند ڪري ڇڏيم.

ڇڪبي ويس، ڇڄندي ويس، پُرندي ويس.

ٻئي ڏينهن بہ تپ ٻاهر نڪرڻ نہ ڏنو هئم. منهنجي روم ميٽ بہ هلي وئي هئي. مان هيڪلي کٽ تي پئي هيس. هلڪي هلڪي خوشبو اچا تائين چئني طرف پکڙيل هئي. اکيون پٽيم. اُج جو احساس هو جيڪو رڳ رڳ ۾ پکڙجي آيو هئم. سڄ دريءَ ۾ لهي آيو هو. الاءِ ڪائون پهر هو جو روم ميٽ بہ موٽي آئي تہ بہ اڪيلائپ جو احساس نہ گهٽيو. الاءِ ڇو اکيون پرجي آيون هئم.

"ڇا ٿيو مريم؟"

"-" چپ چورڻ چاهيم، پر سوچيم ڇا ڳالهائيندس؟ ڪي ڪي ڳالهيون محض ان ڪري چئي نہ سگهبيون آهن، جو Ego جا اوچا ڪوٽ اڳيان اچي ويندا آهن. ائين بہ جنهن شيءِ ڪان پري رهڻ جو سبق ننڍي هوندي کان سکيو هئم، ڪيئن ٻڌايان

ها ته اڄ اها شيءِ منهنجي اندر ۾ واسو ڪري وئي آهي. اجا به من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ No Parking جو بورڊ لڳل هو.

”شروع شروع ۾ هر ڪنهن کي گهر ياد ايندو آهي، پر هوريان هوريان سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.“ هن ڀانيو ته شايد گهر جي سار آئي اٿم. مان چپ رهيس. اندر ئي اندر پُرندي رهيس. هوءَ ڳالهائيندي رهي، هن جو آواز ڇڻ پري کان اچي رهيو هو.

ٿي راتيون؛ زندگيءَ جون بيحد ايذائيندڙ راتيون. پوَ جون پاونائون. مان گناهه ۽ ثواب جي وچ ۾ لٽڪندي رهيس. دوزخ ۽ جنت جي وچ ۾ ڀٽڪندي رهيس. اهي بدن جون فطري خواهشون هيون يا محبت جو احساس؟ انهيءَ جي ڪٿ ڪرڻ تڏهن بيحد ڏکيو هو. هاڻ سمجهان ٿي ته گهٽ ۾ گهٽ محبت ته ڪانه هئي.

اسان بدن جي فطري خواهشن کي محبت جو ڪوڙو نالو ڏئي اندر جو گند لڪائڻ چاهيندا آهيون، نه ته محبت جي جنگ ۾، هڪٻئي جي جسمن جي حصول جو نظريو ڇو هر شيءِ تي ڀاري هوندو آهي؟ محبت ۾ هر شيءِ کان وڌيڪ هڪٻئي جا جسم ڇو ايڏا پرڪشش هوندا آهن، سو جيڪر معاملو جسماني خواهشن جي تڪميل جو ئي آهي ته پوءِ بستري ۾ ساڻ ڪنهن جو به بدن هجي، ڇا ٿو فرق پوي؟

زندگيءَ جا سمورا هاڃا سهڻ کان پوءِ جيڪي تجربا حاصل ڪيم، انهن مان هڪ اهو ته دنيا ۾ بهرحال محبت کان وڌيڪ اهم ٽن وقتن جي ماني آهي، سو انهن ٽن راتين ۾، تنهنجي حصول جو نظريو هر شيءِ تي ڳرو هو. هر خواهش جو اهڃاڻ تون هئين. ڪيڏي احساس شڪستگي سمائجي آئي هئي مون ۾.

ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين کان پوءِ مان روم مان ٻاهر نڪتيس. سموري ڪائنات بدليل بدليل لڳي هئم. منهنجي پنهنجي Identity ختم ٿي وئي هئي.

۽ پوءِ تنهنجو هٿ پڪڙي، رستن تي Walk ڪندي زندگيءَ جي انهن لمحن کي ڪيڏو نه اهم ڀانئيندي هيم. اهي پل سموريءَ زندگيءَ جو حاصل بڻجي ويا هئم.

”سنڀالي سنڀالي وکون کڻجئين، مريم حسين!“ منهنجي روم ميٽ، هڪ ڏينهن منهنجين اکين ۾ ائين ليئو پاتو هو، جو سڄي سراپجي وئي هيس. اڙي! اهي لفظ اڳ به ته ڪڏهن ٻڌا هئم. گهڻا ڏينهن اڳ امان چيو هئم: ”هاڻ زندگيءَ ۾

سنيالي وڪون ڪٽجئين.“ چا چا نہ ياد اچي ويو هئم. سيدن جي حويليءَ جا اوچا ۽ مقدس برج، ”نامحرم جي نظر بدن تي پئجي ويندا وَ تہ قيامت ڏينهن ملائڪ ڏنبي ڏيندا وَ.“ ”زال جي بدن ۾ شيطان لڪل هوندو آهي، نہ ويهنديون ڪريو نامحرمن جي سامهون.“ مان اندر ئي اندر هيسجي ويس. منهنجي روم ميٽ ڪنهن ايماندار جج جيان مون کي گهوري رهي هئي. ڏڪٽي ورائي وئي هئم. گيان ڏيان ۾ گم، مان اُمالڪ ڇرڪي پيس.

ٽپ..... ٽپ. برسات اندر ئي اندر پوڻ لڳي. مان سڄي پُسي ويس برسات جي بوندن ۾. اهو سڀ ڪجهہ جيڪو وسري ويو هئم، سو سٽ ڏئي هانوَ تي هُري آيو هئم.

”مريم حسين، اسان عورتون انهن غريب ماڻهن وانگر آهيون، جيڪي جهاز جو سفر افورڊ نہ ڪري سگهندا آهن، پر ان سفر جا سپنا ضرور ڏسندا آهن ۽ جيڪر خوشنصيبيءَ سان چڙهي بہ پون تہ ماڳ تي رسڻ کان اڳ انهن جا جهاز ڪرئش ٿي ويندا آهن. تون بہ خيال ڪجئين تہ مريم حسين My dear friend تون بہ جنهن جهاز ۾ سفر ڪري رهي آهين، ڪٿي اهو بہ ماڳ تي رسڻ کان اڳ ڪرئش ٿي نہ پوي.“ ڪيڏو زهر هو هن جي لهجي ۾. مان اندر ئي اندر پُرندي رهيس.

”بڪواس نہ ڪر.“ يت ڏانهن پاسو ورائي اکيون پوري ڇڏيون هئم. پر هوءَ ڏاڏي بيبيءَ جو روپ ڌاري منهنجي اندر ۾ تي گهڙندي آئي.

”اسان عورتون، مردن لاءِ بيحد خوبصورت جاپاني رانديڪا آهيون. پر جاپاني رانديڪا ڏاڍا نازڪ ٿيندا آهن. جان! وقت کان اڳ ٽٽي پوندا آهن.“

زهر جو درياهہ، گهرو ۽ اٿاهہ. مون ڪنڌ ورائي هن ڏانهن نهاريو، هن جو چهرو منهنجين اکين ۾ سج جي گولي وانگر چبڻ لڳو. منهنجيون اکيون پاڻ ئي پاڻ پورجي ويون. پري، ڪنهن عرب شاگردياڻيءَ جي روم مان، قاهره ريڊيو تان ام ڪلثوم ڳائي رهي هئي. لفظ نہ سمجهيا هئم، پر ائين پانيو هئم جڻ درد جون صدائون هيون، جيڪي چار سُو پکڙبيون ٿي ويون. زندگي بہ — واٽي تي اچي بيهي رهي هئي. ايترا سارا ڏک، هيڪلي سر ڪيئن پوڳيا؟ زندگيءَ جا اهي پل ڪيڏا ايذائيندڙ هئا. منهنجيون اکيون پوسرڻ لڳيون هيون. مون دريءَ کان ٻاهر

وشال نيري آسمان ۾ خدا ڏانهن نهاري من ئي من ۾ دعا گهري هئي: ’منهنجا رب زندگيءَ جا سمورا هاجاءِ هن لمحي مون تي ظاهر ڪري ڇڏ.‘ مان اندر ئي اندر پُسندي رهيس، سروم دکم، دکم.

سڄي رات جي خوني جنگ کان پوءِ اها ئي ازلي شڪست. لمحي لمحي جي اها شڪست تڏهن پنهنجي جيت ٻانئي هيم. من جا مامرا ڇو ايڏا الجهيل ٿيندا آهن، جو اونداهيون بہ روشنيون ڀاسنديون آهن. روشنيون ئي روشنيون. زندگي سڄي پيرس جو شهر ٻڏجي وڃي ۽ پوءِ اهڙي سمي جيڪر ڪو ايٽم بم وشال نيري آسمان تان نازل ٿئي ۽ اهو ئي پيرس، هيروشيما ٻڏجي وڃي تہ؛ شايد ان کان وڌو ڪو هاجو دنيا ۾ نہ هجي.

حالتن سان Compromise ۽ اهي حالتون ڪهڙيون هيون؟ منهنجو تنهنجي پويان جنمن جو پٽڪڻ. ڪيڏو پاڻ کي سمجهايم تہ مريم حسين! ائين نہ ٿئي جو تنهنجو جهاز ماڳ تي رسڻ کان اڳ ڪرئش ٿي پوي. ڏس مريم حسين! ڪٿي تنهنجو انجام بہ ادي مهروءَ وارو نہ هجي.

ڪيڏي ڪوشش ڪيم، پر ننڍي هوندي ٻڌو هئم تہ ازل کان جيڪو ڪجهہ ڪرم ۾ لکيل هجي، سو مٽجي ناهي سگهندو ۽ مون کي تہ ڪرم ۾ لکيل ليک ريٽڻ جي عادت ئي ڪانہ هئي.

”توکي ڏسي مريم حسين! مون کي ڪا آسماني مقدس آيت ياد اچي ويندي آهي.“

ايڏو وڏو اعزاز. سرخرو ڪيئن نہ ٿيان ها ڀلا. مقدس آسماني آيت جو نالو ڏئي هڪ وار چيئي: ’خبر اٿئي مقدس آيتون چمڻ جو ڪيڏو ثواب آهي؟‘ پوءِ جڏهن مقدس آسماني آيت کي چميو هيئي، تڏهن اندر ۾ خوشبو ئي خوشبو پکڙجي وئي هئي، اگربتيءَ جي پراسرار خوشبو، لوبان جي خوشبو. خوشبو، جيڪا قبرستانن مان ايندي آهي. پنهنجو پاڻ ڪيڏو نہ پراسرار ڀاسيو هئم.

رات جو ستي ستي اک پٽجي پيم: ”ڇهري تي نامحرم جي پليت چپن جو ڇهاءُ.“

’قيامت جي ڏينهن تنهنجي ڇهري کي دوزخ جي باهہ ۾ ساڙيو ويندو، مريم حسين!‘

اگربتيءَ ۽ لوبان جي خوشبو تيز ٿي وئي. سڄو روم واسجي ويو هو. سمورو روم ٻڙجي ويو هو قبرستان ۾ قبرستان جي هن پار نظر اچي رهيا هئا، سيدن جي حويليءَ جا اوچا برج.

پڙهه 'اهدنا الصراط المستقيم، صراط الذين' مون من ئي من ۾ اهي لفظ ورجايا.

ان رات منهنجي روم جي لائٽ آف هئي، پر سڄ جهڙي روشني پکڙيل هئي چار سو. خبر ناهي اها روشني گناهه جي هئي يا ثواب جي؟ گناهه ۾ به ته ڏاڍي روشني ٿيندي آهي. چانڊوڪيءَ رات جهڙي ٿڌي روشني، جيڪا رڳ رڳ ۾ عجيب سحر پکيڙيو ڇڏي. روشني، جنهن ۾ اگربتي ۽ لوبان جي پراسرار خوشبو هجي. پيلا انسان جا احساس، پڪاسو جو برش ته ناهن جنهن سان ڪوبه روپ جڙي ته ساراهه جوڳو هجي. پاڻيءَ جو هڪڙو ڦڦڙو ٻوٽو ٻوڙ سان رنگ ته پکڙجي سگهن ٿا، روپ جي سندرتا به ته ختم ٿي سگهي ٿي نه.

پاڻيءَ جو اهو هڪڙو ڦڦڙو، جيڪو مٿان اچي پيو هئم ۽ رنگ سمورا پکڙجي ويا هئم. روح جي حيوانيت ۽ بدن جي پوترتا به اهڙا رنگ آهن، جن کي Plus ته ڪري سگهي ٿو، پر Minus نه.

سو نتيجو (؟) شڪست: اها ئي ازلي شڪست.

"خبر اٿئي ماڻهو ڇا پيا چون؟" دريءَ وٽ رکيل ڪئڪٽس جي ٻوٽي وٽ بيٺل منهنجي روم ميٽ جو چهرو، ڏاڍي بيبيءَ جو روپ ڌاريو بيٺو هو. گهٻرائي اکيون پوري ڇڏيون هئم.

"ڇا ٿا چون؟" بي انت سانت کان پوءِ الاءِ ڪيئن چپ چوريا هئم.

"اهو ئي، جيڪو چوڻ جو حق هنن کي ازل کان آهي." سرد واءُ اندر پر پکيڙي رهيو هو، هن دريءَ جا طاق بند ڪري ڇڏيا هئا.

"چون ٿا ته مير آصف علي خان، هڪ ئي وقت ٻن مرسيڊيز ڪارن جو مالڪ، ڪنهن ڏينهن توکي انهن ڪارن هيٺان چيپاٽي، ڪنهن ٻئي ڏگ هليو ويندو ۽ مس مريم حسين! توکي گهر واپس وڃڻ لاءِ ڪا رڪشا به نه ملندي."

”ماٺهو مون کان سڙن ٿا.“ چيو ته هئم، پر اندر ئي اندر سڄي سراپجي وئي هيس، هُن جي ايڏي خوفناڪ ڳالهه کان. جڻ هن تين مهاڀاري جنگ جي اڳڪٿي ڪئي هجي.

ڪنهن بيحد شريف ماڻهوءَ وانگيان، اسان عورتون به سڄي زندگي اهو هڪڙو جملو ’ماڻهو ٿا چون‘ زهر جي ڪساري ڍُڪ سمان نڙيءَ کان هيٺ لاهينديون رهيون آهيون. من مڃي نه مڃي، اندر ۾ ڪيڏو به ڊوندِ پريل هجي، پر پوءِ به زندگي سڄي شرافت جي ڪوڙي خول اندر ٻوساٽبا رهون.

سو اڄ به انهيءَ هڪڙي جملي ’ماڻهو ٿا چون‘ کان ائين هيسجي ويندي آهيان، جيئن ننڍي هوندي، جنن ۽ ڀوتن جي خيال کان سڄي سراپجي ويندي هيس.

مقدس آيتون چمڻ جو ثواب به تو پل پل ڪري ڪٽيو. ’ننهن ڪان چوٽيءَ‘ تائين اُپريل ٿوهر جا ڪنڊا ۽ سيئي گس، دوزخ ڏانهن ويندس. ’حوا جي بدن جو سڀ کان وڏو حقدار آدم آهي.‘

سو ڪنهن اعليٰ درجي جي اديب وانگيان تنهنجا سيئي حق ۽ واسطا قائم رهيا ۽ منهنجا سيئي حق ۽ واسطا محفوظ.

زندگي جڏهن هئي ئي چيپل پروگرام تحت: پوءِ احتجاجي نعرن ۽ بينرن جو فائدو؟ ۽ پوءِ ٿيو ائين جو هڪ پيرو اهو جهاز، اُمالڪ ڪرئش ٿي پيو، جنهن ۾ مان، مس مريم حسين سفر ڪري رهي هيس. ڪائنات جو سڀ کان وڏو هاجو.

سرءُ جي انهيءَ بيمار ۽ اُداس نما شام جي آخري لمحن ۾، جڏهن هوٽل جي روم22 مان ٻاهر نڪتي هيس ته پل اپل لاءِ جلا وطنيءَ جو احساس ٿيو هئم. لڏپلاڻ جو احساس. ماضيءَ کان ڇڄي ڏار ٿيڻ جي پيڙا. رڳ رڳ ۾ ڊوندِ جي ڏپ پرجي آئي هيم. پليتائي ۽ پاڪائيءَ جي صليب تي لٽڪيل مان.

بستري تان اٿڻ مهل چاهيو هئم: چاهيو هئم ته ڊريسنگ ٽيبل جي آرسيءَ اڳيان بيهي، هڪڙي ٽڪ اجلايان پنهنجي چهري تي، جنهن تي انيڪ ڳاڙها ۽ نيرا داغ پڪڙجي ويا هئا، ڪارنهن جا تِڪا پيشانيءَ تي سجايل.

امان چوندي هئي ته نياڻين جي پيشانين تي نور وسندو آهي. نور جو ڪو ننڍڙو ترورو به ته نه رهيو هو منهنجي پيشانيءَ تي. ڪپڙا پاتل هئم، پر چا ڪپڙا پائڻ

سان اندر جي ننگائپ ڏڪجي سگهجي ٿي؟ جڏهن اگهاڙپ اسان جي ڇهڻ مان ئي ٿي بَڪي ته پوءِ ڪپڙن مان اگهاڙپ ڍڪڻ جي ناڪام ڪوشش ڇو؟.

رستي تي نڪري آئي هيس، سگريءَ ۾ ٻرندڙ ٽانڊن سمان، نس نس ٻري رهي هيم. تنهنجي ڇپن ۾ اٽڪيل سگريٽ سمان هوريان هوريان دُکي رهي هيس. فردوس سئنيما وٽان اچي بس پڪڙي هئم. نستو نٻل بدن سيٽ تي ڇڏي اکيون پوري ڇڏيون هئم ۽ بند اکين ۾ گهڙي آيون انيڪ ساروڻيون. سيدن جي حويليءَ جا اوچا برج. ڏاڏي بيبيءَ جو چهرو. 'اهدنا الصراط المستقيم' جون صدائون. اکين ۾ پاڻيءَ ڪنهن مرچن لپ پري ڇڏي هئم. ائين پاڻيو هئم، پاڻ ۽ اجهو هينئر، هن لمحي، جنت مان تڙجي نڪتي هجان. تڙجڻ جو اهو احساس ڪيڏو ڏنيندڙ هو. ڄامشوري ڏانهن ڊوڙندڙ بس ۾ پاڻ کي دلاسا ڏنا هئم ته مريم حسين! تون حوا، آدم جو خوبصورت رانديڪو، آدم جي نسل جي واڌاري جو ذريعو، آدم جي نفس جي تڪميل. پوءِ مريم حسين! جيڪا شيءِ هجي ئي لوئڻ ۽ ڪوئڻ لاءِ، انهيءَ جو ايڏو غم ڇو؟ تون (حوا) ته آهين آدم جي بستري جو شو پيس، پوءِ ان هاڃي تي ايڏو ماتم ڇو؟.

شايد اکين ۾ ڪجهه پرجي آيو هو، جو پر ۾ ويٺل ڪنهن ڇوڪريءَ پڇيو هو روئڻ جو سبب ۽ اهو به ڪيڏو نه واهياتپڻو آهي، جو من ۾ ساندڻ جهڙا ڏک چؤواٽي تي پڌرا ٿي پون ۽ پوءِ جيڪر مان هن کي ٻڌائي به ڇڏيان ها ته: اجهو، هينئر، هن لمحي، مان پنهنجي بدن جي سموري پوترتا مير آصف علي خان جي ڪيسي ۾ ڇڏيو پئي اچان، ته پوءِ به هوءَ ڳراٽي پائي منهنجو ڏک ونڊي ها؟ ڪيڏي تڇ محسوس ٿيان ها هن کي. انهيءَ ئي پل، سنگسار نه ڪري ها مون کي! ۽ پوءِ چؤواٽي تي بيهي پڪاري پڪاري به چوي ها ته: لوڪو! اچو هن کي زنا جي ناقابل معافي ڏوهه ۾ سنگسار ڪريو.

چؤواٽي تي اندر جي اگهاڙپ ظاهر ڪرڻ به ته ڪيڏو ڏکيو آهي. سو ٽارينڊي ڇيو هيومانس ته تپ مان اٽي آئي آهيان، مٿو پيو ڦريم ۽ هوءَ ڪيتري دير منهنجي انڪار جي باوجود به منهنجي مٿي کي زور ڏيندي رهي هئي. سوچيو هئم ته

جيسين تائين هڪ ٻئي تي اسان جا عيب ثواب ظاهر نٿا ٿين، تيسين تائين اسان هڪ ٻئي لاءِ ڪيڏا اُتم ۽ قابل احترام هوندا آهيون.

هاسٽل ۾ اچي ڪٽ تي پاڻ ڇڏي ڏنو هئم، پري ڪنهن روم مان رکيو رکيو ٿي ٿهڪن جا آواز اُڀريا. روڊ تي بسن جي هارنن جا آواز ۽ هيٺ ڪنهن اوچن سُرن ۾ پئي ڪو فلمي گانو ڳايو. پل اپل لاءِ اڪيلائپ جو احساس ورائي ويو هئم.

ڪليل دريءَ ۾ اچي بيٺي هيس، اڪيون پوري ڇڏيون هئم ۽ پريان ڪٿان آواز ٿي اڀريو، بلي شاهه جي ڪافي جو:

اندر خواب وڇوڙا هويا، خبر نہ پيندي تيري،

سَنجي بن وچ لٽي سائيان، چور شنگ ني گهيري.

بن وچ لٽي سائيان، بن وچ لٽي سائيان، چور شنگ نہ گهيري، اندر خواب وڇوڙا هويا، اندر خواب وڇوڙا هويا، خبر نہ پيندي تيري.

’قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنپ ڏيندا.‘

سڄي سراپچي ويس. ايڏي وڏي سزا، هيڪلي سر ڪيئن پوڳبي، مريم حسين؟.

اندر جا هاجا، شايد ڇهري تي ميل جو پٽر هوندا آهن. ڇهري تي شايد اندر جي قيامت جا پوسٽر لڳل هوندا آهن، تڏهن تہ جو گڏبو هئم. پڇندو هئم: ”توکي ڇا ٿيو آ، مريم حسين!“.

پوَ جا پاوَ. بائيبل ۾ پڙهيو هئم تہ: اوهان جا گناهه نيٺ بہ اوهان کي ڳولهي لهندا. ائين پاسندو هئم پاڻ کنهن پل، اُمالڪ ڪاريڊور ۾ هلندي اهي گناهه اچي ڳچيءَ کان جهليندا؟ ڪاري گائونَ جي اندر، ويڙهيل سيڙهيل لڱ سمورا ڪانڊارجي ويندا هئم. مُڙي مُڙي پويان نهاريندي هيس.

تون شايد سمجهي نہ سگهين تہ ان ڏوهاريءَ جي ڪهڙي حالت هوندي، جنهن کي ڪنهن لمحي بہ موت جي سزا ملڻي هجي. ڪنهن دهشت پسند گروهه جي ليڊر جيان اندر گرائونڊ (Underground) رهڻ بہ تہ ڏکيو هو، جو مان تہ بهرحال هيس، سنڌي معاشري ۾، وچولي طبقي جي بيحد عام ڇوڪري.

ڪيئن نہ ايڏو وڏو هاجو لڪائڻ چاهيو هئم. پر ماڻهن جي اکين جي گهور بہ وئي ٿي تکي ٿيندي. ماڻهو اسان جي اندر جي اونهائين تائين ڪيئن اچي رسندا

آهن؟ هتن جون آڱريون صرف گنهگارن تي ڪٽڻ لاءِ تخليق ٿيون آهن؟ ڪنيل آڱريون اڪين ۾ ٿوهر جي ڪندن سمان چڀنديون پانيون هئم.

رات جي گهور اونداهي ۾ سڄي هاسٽل جي لائٽ آف ٿي وئي هئي. تڏهن اونداهي ۾ منهنجي روم ميٽ جو آواز اڀريو هو: ”زندگيءَ جي ان موڙ تي بيهي چا ٿي محسوس ڪرين مريم!“

جيڪر ان لمحي پل اپل لاءِ ئي سهي لائٽ آن ٿي وڃي ها ته شايد هوءَ منهنجي چهري تي پکڙيل پيڙا جا پاڇولا به ڏسي سگهي ها. ”ڪهڙو موڙ ٿي چوين؟“ سندس ڳالهه لنوائڻ چاهي هيم.

”اهو ئي موڙ، جڏهن اوچتو جهاز ڪرئش ٿي پوي ۽ گهر واپس وڃڻ لاءِ ڪا رڪشا به نه ملي.“

”پر مان هر حالت ۾ گهر واپس ويندس.“ پانيو هئم ته منهنجو آواز هوريان هوريان ڏڪي رهيو هو.

”ڪهڙو گس وٺي ويندينءَ؟“

”جنهن گس تان آئي هيس.“ پر ان ڳالهه جو ته اجا پاڻ کي ئي يقين نه ڏياريو هئم.

”ڏکيو آ مريم حسين. اسان سنڌي عورتن لاءِ واپسيءَ جو ڪوبه گس نه هوندو آهي. اسان جا سمورا گس ويندا آهن دوزخ ڏانهن — زندگيءَ جي دوزخ ڏانهن.“

ڪابه ڳالهه نه سُجهي هئم چوڻ لاءِ، لفظ ڪٿي پيا هئم. انيڪ پل روم ۾ موت جهڙي سانت پکڙيل هئي.

”ڪجهه ته ڳالهاءِ مريم، ماڻهو ته الاءِ چا چا پيا چون.“

”ماڻهن جو چوڻ ۽ اسان جو برداشت ڪرڻ ته بيحد فطري عمل آهي.“

زندگيءَ جي ان لمحي جڏهن مان هن سان گهور اونداهه ۾ ڪيڏي اعتماد سان (بظاهر) ڳالهائي رهي هيس. ها، زندگيءَ جي ان لمحي ۾ مون پاڻ کي ڪائنات جي سڀ کان ڪمزور شيءِ محسوس ڪيو هو، جڻ مان ڪنهن تاريخي عمارت جي بيحد ڪمزور ديوار هجان. اسان اندران پل پور پور ٿي پئون، پر ٻاهران ڪيڏا مضبوط پيا هلندا آهيون. وڏي ۾ وڏو هاجو سهڻ کان پوءِ به فيصلو نه ڪري سگهندا آهيون ته اسان ڪمزور آهيون يا مضبوط؟ پوءِ به ماڻهو ڪيئن

اسان جي اندر جي اونهائين تائين اچي رسندا آهن ۽ پوءِ زندگيءَ جي ڪنهن بيحد ڏنپيندڙ لمحي ۾، تخليق جو ڪرب نس نس ۾ زهر جي ڏارا سمان پکڙيو پانيو هئم. رت جي اها هر بوند (جنهن سان آدم جو نسل تخليق ٿيندو آهي) جيڪر بدن ۾ رهجي وجي ته اها ڪا نئين ڳالهه ته ڪانهي. ڪٿي پڙهيو هئم: ’عورت جي رت جي هرڪا بوند تخليق جو نشان آهي.‘ پر مان سڄي سراپجي وئي هيس. ڪائنات جو سمورو سراپ منهنجي نصيب جو دک آهي.

ادي مهروءَ جي تخليق جو ڪرب ايڏو خوبصورت پاسيو هئم. اهو ڪرب جڏهن پنهنجي نس نس ۾ پکڙيو پانيو هئم ته پانيم ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاسي پئي هجان. اڪيلائيءَ ۾ ڪو ٻيو، وڻ ويڙهيءَ جيان ويڙهي ويندو هئم. اندر ئي اندر، ڪو رت چوسي رهيو هئم. پرجي وئي هيس، پر انهيءَ پرجڻ ۾ به ڪيڏو ايذاءُ هو. تاندا ٻري پيا هئم رت جي هر ڦڙي ۾. شاور هيٺ انيڪ پل ٿڌي پاڻيءَ ۾ پاڻ پسائڻ ڪان پوءِ به باهه وئي ٿي تيز ٿيندي.

ڪيڏي پراسرار ٿي پئي هيس. رات جو، ننڊ ۾، جاڳندي، سيدن جي حويليءَ جا اوچا برج، ڏاڏي بيبيءَ جو چهرو، پنهنجي گهر جو اڱڻ ٻرڻ لڳو هئم. پڙهه: ’اهدنا الصراط المستقيم‘ پر جپ ڪپجي پئي هئم. پانءِ ٻرندڙ باهه تي، اگهاڙن پيرن هلي رهي هجان. چئني طرفن هئا دوزخ جي باهه جا الا. پلصراط تي اچي بيٺي هيس. ڪيئن نه بوند بوند ڪري پنهنجي بدن جي پوترتا سانڍي هئم. ڪيئن ڪيئن نه پنهنجي بدن جو شيطان لڪايو هئم.

پر، جڻ بهشت مان تڙجي نڪتي هيس. تنهنجي چپن ۾ اٽڪيل گولڊ ليف جي سگريٽ جيان هوريان هوريان دکي رهي هيس. ڪيڏو ڪوٽ هو منهنجي من ۾، ۽ منهنجي بدن ۾ هن جون پاڙون ويون ٿي گهريون ٿينديون. ان ڪان اڳ جو سيڪجهه ظاهر ٿي پوي ۽ ماڻهو گهلي وجنم عمر فاروق رضه جي دور ۾ سنگسار جي رسم نپائڻ لاءِ، ٻڏندڙ دل سان سامان پيڪ ڪيو هئم. ائين پانيو هئم جڻ اباڻو گهر ڇڏي رهي هجان. ٻڌو هئم ته عورت جو ڪوبه گهر ڪونهي، هوءَ ازل ڪان بي گهر آهي. ان رات، رلهيءَ اندر ويهاڻي ۾ منهن ڏئي ساري رات

روئندي رهي هيس. زندگيءَ جا سمورا پُج ۽ پاپ آڏو اچي بيٺا هئم. ڏاڏي بيبيءَ وٽ ياد ڪيل دعائون پڙهڻ چاهيون هئم، پر چپ ڪپجي وئي هئم.

ٻئي ڏينهن جڏهن چوڪيدار کي سڏي، پيڪ ڪيل سامان کڻايو هئم، تڏهن بستري ۾ ستل روم ميٽ، رلهيءَ مان منهن ڪڍي پڇيو هو: "ڪيڏانهن؟"

"گهر!" لاءِ ڪيئن اُڪليو هئم اهو ننڍڙو لفظ .

"موٽي اچڻ لاءِ ٿي وڃين؟" سمورو سامان پيڪ ڏسي پڇيو هئائين.

"شايد، نه." اهو چوندي اکيون پوسرڻ لڳيون هئم.

"ها مريم، جي گهر ۾ پناهه ملنئي ته موٽي نه اچجئين." پري ڪان هن جو آواز ايندو محسوس ڪيو هئم. "۽ جي نه ملنئي ته موٽي اچجئين، جو پنهنجن جو سنگسار پراون کان وڌيڪ جهوريندڙ هوندو آهي."

اکين ۾ ڪنهن مرچن لپ پري چڙي هئم. ڪيڏيون پوسرائي رهيون هئم اکيون.

"پر توکي پناهه نه ملندي مريم حسين. ڪائنات جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ نه. جن جي نصيب ۾ پناهه گاهون هونديون آهن، سي ڪڏهن به جلاوطن نه ٿيندا آهن." ڪيڏو زهر هو هن جي آواز ۾.

مان تيزيءَ سان روم مان نڪري آئي هيس، بس ۾ وهندي سڄي جهُري پئي هيس.

'اندر خواب وچوڙا هويا، خبر نه پيندي تيري،
سَنجي بن وچ لٽي سئيان' چور شنگ ني گهيري.'

ڪيڏو عجيب هئم موٽڻ جو انداز. هٽن ۾ ايم. اي جي ڊگري نه هئم، پر بدن جي اونهائين ۾ تخليق جي ڊگري پريل هئي. اسان گهران نڪرندا آهيون ته ڪيڏيون اميدون ۽ سپنا ڪيسن ۾ پريل هوندا آهن، پر واپسيءَ ۾ موٽندا آهيون ناڪامين جي ڊگهي فهرست ساڻ ڪري. ڪيڏي شدت سان پيا چاهيندا آهيون ته ڪاش گهر پهچڻ کان اڳ، واٽ تي ڪٿي ڪو حادثو ٿي پوي، پر حادثا تڏهن ئي ٿيندا آهن، جڏهن اسان نه چاهيندا آهيون.

بس ۾ تڏهن ڳوٺ ويندي ڪيترا ڀيرا دل چيو هو ته واٽ تي ڪنهن اجنبي ڳوٺ ۾ لهي پوان. ڪنهن ناڪام تحريڪ جي اڳواڻ جيان Underground ٿي وڃان، ڇو (؟)

اسان پنهنجي ئي وطن ۾ جلا وطن ٿي ويندا آهيون. گهر هوندي به پاڻ ڪي بي گهر محسوس ڪندا آهيون. ڪائنات جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ ڪابه پناهه گاهه نه لڀندي اٿئون. بهشت مان تڙجي نڪرڻ ڪان پوءِ ڪٿي به ته پناهه گاهه نه لڌي هئم ۽ تو لاءِ ڪائنات سڄي پناهه گاهه بڻجي وئي هئي ۽ مان جڳن ڪان تنها ڀٽڪندي رهيس. سچ چيو هئائين ته: جن جي نصيب ۾ پناهه گاهون هونديون آهن، سي ڪڏهن به جلاوطن نه ٿيندا آهن.

هر گناهه ۾ تون ۽ مان برابر جا شريڪ ٿيون ته به گناهن جا داغ صرف منهنجو ئي پلاند ڇو ٿا آلو ڪن؟ منهنجي بدن جي نس نس گناهه جو ثبوت بنجيو وڃي. ڇو منهنجي ئي بدن ۾ مون لاءِ دوزخ جو عذاب رکيو ويو آهي؟.

روايت آهي ته: 'هڪ ڀيرو جڏهن مرد ۽ عورت ڪي زنا جي ناقابل معافي ڏوهه ۾ سنگسار ڪيو ويو ته مڙد عورت ڪي پٿرن ڪان بچائڻ لاءِ عورت جي مٿان نمي ٿي ويو.' پر تو ائين به نه ڪيو. سمورا پٿر مون اڪيلي سر پلاند ۾ ميڙي ورتا هئا. مان 'انا الحق' جو نعرو هڻان به ته تاريخ ۾ منهنجو ذڪر سونهري لفظن ۾ ته نه اچي ها. جو مون تي ته ثابت ٿيو هو زنا جو ناقابل معافي ڏوهه ۽ منهنجو بدن هو، ان ڏوهه جو اڪين ڏٺو ثبوت. پلا جنهن جا ڏوهه پيشانيءَ تي لکيل هجن، ڪورٽ ڪيئن نه ڏيندي هن ڪي سزا.

۽ پوءِ نما شام جي بيحد اُداس ڪندڙ بيمار لمحن ۾، منهنجي گهر ڏانهن ويندي، سيدن جي حويليءَ وٽان، پراڻو ٽانگو، ڪچي تي ڪڙ ڪڙ ڪندو لنگهيو هو. تڏهن ائين پانيو هئم، ڪورٽ ۾ ڪنهن جج اڳيان بيني هجان ۽ ڏوهه سيئي منهنجي پيشانيءَ تي لکيل هجن. اسان وچولي ۽ هيٺين طبقي جي ڇوڪرين جا ڏوهه پيشانين تي لکيل هوندا آهن. اسان وٽ ايترو پئسو نه هوندو آهي جو ڪنهن ڪلينڪ ۾ پنهنجا گناهه دفنائي، دنيا جي سامهون سرخرو ٿي اچون. اسان جون ڪاميابيون به ته اسان جي ناڪامين جو نشان هونديون آهن، سو مان اڄ تائين سمجهي نه سگهي آهيان ته پنهنجي ناڪامين جو دوش ڪنهن ڪي ڏيان؟ سيدن جي حويليءَ اڳيان لنگهندي، ڪيڏيءَ شدت سان چاهيو هئم ته اجهو، هينئر، هن لمحي تي ئي لهي پوان، وڏيءَ ويڪريءَ پوتيءَ ۾ پاڻ ويڙهي ته جيئن وارن جي

ڪا تند بہ نظر نہ اچي، تہ جيئن بدن جي جوڙ سمجھ ۾ نہ اچي. پھريون سيپارو ڪڙهي اندر هلي وجان ۽ جُتي حويليءَ جي چائنٽ تي لاهيندي وجان. پريان ڪان ئي ڏاڏي بيبي هڪل ڪري، 'رن بدن ڍڪي هلندي ڪر، نامحرم جي پليت نظر پئجي ويئي تہ قيامت جي ڏينهن ملائڪ ڏنپ ڏيندئي.' (اهو سوچيندي ڪرب مان اکيون پوري ڇڏيون هئم.

منهنجو ساھ پرجي آيو هو، اها ئي مان مريم حسين، هينئر سيدن جي حويليءَ وٽان، پلصراط جو دڳ وٺيو پئي ويس، جپ ڪپيل هئم ۽ دعائون سيئي نڙيءَ ۾ گھٽيل، پيَ جون پاونائون وڪوڙي ويون هئم. هن لمحي جيڪر ڏاڏي بيبي ڏسي وٺيم؟ ڪرب مان اکيون پوري ڇڏيون هئم.

ٽانگو هوريان هوريان ڊوڙندو ٽي ويو، سيدن جي حويليءَ جا اوچا برج پويان رهجي ويا هئا.

۽ مان ويس پئي پلصراط جو دڳ وٺيو ڪنهن پناھ گاھ جي تلاش ۾.

**(پورو ٿيو)**

پيشڪش : آن لائين ڪتاب گھر

ترتيب : قاسم سنڌي

نوٽ: (هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي ويب سائيٽ تان ڪٽي پي ڊي ايف جي صورت ۾ آڻي پڙهندڙن جي سهولت لاءِ رکيو ويو)

31/10/2013